# ڪميونسٽ منشور

قربان علي بگٽي

زير اهتمام:
تنظيم فڪر ونظر سنڌ (رجسٽر) سکر

بتعاون
سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ
٤٠٠ — بي لطيف آباد نمبر٤ — حيدرآباد

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | ڪميونسٽ منشور |
| ليکڪ: | قربان علي بگٽي |
| ڇاپو پهريون: | اپريل 1985 |
| ڇاپو ٻيو: | فيبروري 2014 |
| قيمت: | 100 رپيا |
| پريس: | ياد گار پرنٽنگ پريس _ حيدرآباد |

ڇپائيندڙ

فڪر ونظر پبليڪيشن

سنڌ اسلامڪ سينٽر - ميناره روڊ سکر

# فهرست مضامين

# تعارف

اسان جي سنڌ ۾ ڪميونسٽ فڪر ۽ فلسفي کي اڄ به ڪافي پڙهيو وڃي ٿو ۽ ان موضوع تي ڪيترائي ڪتاب مختلف ادارن جي پاران ڇپجندا رهن ٿا. ڪيترائي سنڌي ڪميونسٽ ڏاڍا اهڙا آهن.جن ڪميونزم جي نظريي جي واڌاءَ لاءِ پنهنجون زندگيون وقف ڪري ڇڏيون آهن.

ڪارل مارڪس. ڪميونزم جو نظريو اڻويهين صدي جي چوٿائي ڏهائي ۾ پيش ڪيو هو. ان وقت مغرب ۾ هڪ ته خالص مادي نوعيت جي فڪر جو غلبو هو. رياستن جو جوڙ سيڪيولرزم جي آڌار تي ٿي رهيو هو ٻيو ته ان وقت يورپ ۾ سرمائيداري نظام جي پاران ظلم ۽ ڏاڍ ۽ انسان آزاري واري روش انتها تي پهتل هئي. مارڪس جي ڪميونزم جي نظريي هڪ طرف ته مغرب ۾ ٿيندڙ ڪائنات جي مادي تخليق واري فڪر کي هٿي ڏني. ٻئي طرف هن نظريي جو مثبت پهلو اهو نڪتو ته سرمائيداري نظام جي خونخواري ۾ گهٽتائي آئي ۽ محنت ڪش کي مراعات ملڻ لڳيون. بعد ۾ يورپ ۾ رياستن جي پاران فلاحي نظام پڻ قائم ڪيو ويو. يعني بي روزگارن کي گذارو الاونس ملڻ لڳو. سرمائيداري نظام کي چيلينج ڏيڻ وارو مارڪس جي نظريي جو اهو اهڙو مثبت پهلو آهي. جنهن جو انڪار نٿو ڪري سگهجي. پرمارڪس جي فلسفي ۾ ڪي.اهڙيون بنيادي خاميون موجود هيون. جنهن جي ڪري هي نظريو اڳوڻي سوويت يونين (روس) ۾ ناڪام ٿيو ۽ هن نظريي جي انهن ڪمزورين جي ڪري ئي سوويت يونين ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو.

جيتوڻيڪ ڪميونزم پنهنجي اصل شڪل ۾ دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ هڪ ڏينهن لاءِ به قائم نه ٿي سگهيو آهي. جڏهن ته ڪميونزم جي ابتدا سوشلزم جي شڪل ۾ سوويت يونين ۾ قائم ٿي. پر ستر سالن کان پوءِ سوشلزم کي به ناڪامي جو منهن ڏسڻو پيو.

جنهن نظريي کي پنهنجي گهر ۾ ناڪامي ٿي، انهيءَ نظريي کي اسان جي علائقي سنڌ ۾ سنڌي نوجوانن جي اڳيان انسانن جي مڙني مسئلن جي واحد حل ۽ انسان، ڪائنات ۽ تخليق ڪائنات جي مسئلي جي بهترين ۽ حقيقي سمجهاڻي جي حيثيت سان پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. اسان جي نظر ۾ اهڙي ڪوشش حقيقت جي بلڪل ابتڙ آهي.

اسين ڪميونزم جي فلسفي ۾ موجود ڪمزورين کي علمي طور پڌرو ڪري،حقيقت کي واضح ڪرڻ ۽ ڪميونزم فلسفي جي باني ڪارل مارڪس جي شخصيت ۽ زندگي جي رنگ ڍنگ کي پيش ڪرڻ ضروري سمجهون ٿا. ان ڏس ۾ سنڌ جي ممتاز ڏاهي ۽ محقق قربان علي بگٽي صاحب جو ڪتاب "ڪميونسٽ منشور" شائع ڪري اسين خوشي محسوس ڪريون ٿا. قربان بگٽي صاحب، سنڌ جو اهو ڏاهو هو، جيڪو مغربي فڪر ۽ فلسفي ۾ تبي هڻي، ان جي حقيقت تائين پهچي چڪو هو. سندس هيئيون ڪتاب،خاص طور سان اسان جي ڪامريڊ دوستن جي لاءِ وڏيڪ مفيد ثابت ٿيندو . اميد ته راءِ جي اختلاف جي باوجود اسان جا ڪامريڊ دوست فڪري وسعت جو مظاهرو ڪندي، ڪتاب جي مطالعي لاءِ وقت ڪڍندا ته جيئن ڪين پئي موقف کي سمجهڻ ۾ مدد ملي، ڪميونسٽ منشور ڪتاب جو پهريون ايڊيشن تنظيم فڪر ونظر جي پاران اپريل 1985ءِ ۾ ڇپيو هو. جيڪو جلد ئي ختم ٿي ويو. ڪتاب جو هي ٻيو ڇاپو آهي، جيڪو پڙهندڙن جي اڳيان آهي، انشاءَ الله تنظيم جي پاران جديديت، سيڪيولرزم ۽ ڪميونزم جهڙن موضوعن تي ٻيا به اهم ڪتاب شائع ٿيندا رهندا.

پروفيسر محمد علي راڄپر
صدر تنظيم فڪر ونظر
سکر

# حال احوال

سنڌي ٻولي ۾ نظرياتي ڪتابن پڙهڻ جو لاڙو ڪافي وقت کان وڌي موجود آهي. جيڪو ڏينهون ڏينهن وڌندو وڃي ٿو ۽ اسان جي ٻولي خالص فڪري ۽ نظرياتي ڪتابن جي لحاظ سان شاهوڪار ٻولي ليکجي وڃي ٿي. سيڪيولرزم، ترقي پسندي، انسان – ڪائنات، تخليق ڪائنات ۽ خالق، ڪائنات بابت سنڌي ٻولي ۾ مختلف ادارن جي پاران ڪافي ڪتاب شائع ٿيندا رهن ٿا. اسان جو ادارو "تنظيم فڪر ونظر" بہ خالص علمي وادبي اداري جي حيثيت سان وجود ۾ آيو هو. شروع ۾ ان ڏس ۾ ڪافي ڪتاب ڇپيا، پر پوءِ مختلف سببن جي ڪري ڪم رڪجي ويو. هينئر اسان نئين سري سان خالص علمي ۽ ادبي نوعيت جي ڪتابن جي اشاعت جو ڪم هٿ ۾ کنيو آهي. اسين محترم محمد موسيٰ ڀٽو صاحب جا ٿورائتا آهيون، جنهن اسان جي هن ڪم جي سرپرستي ڪرڻ ۽ ڪتابن جي اشاعت جي ذميواري کڻڻ قبول ڪئي آهي. سنڌ نيشنل اڪيڊمي جي تعاون سان ان شاء الله، اسان جي ڪتابن جي اشاعت جو هي سلسلو جاري رهندو.

اسان جي ڪتابن جو موضوع سنڌ جي نسلن کي صحتمند فڪر ڏيڻ، کين پنهنجي پاڪيزه تهذيب ۽ قدرن کان آشنا ڪرڻ، جديديت ۽ جديد فڪر جي اوڻائين کي نروار ڪرڻ ۽ انسانيت جي نالي خالق ڪائنات جي پيغام کي پيش ڪرڻ هوندو.

سنڌي ٻولي ۾ نظرياتي ڪتابن جي مطالعي جو لاڙو هڪ اعتبار سان سٺي علامت آهي تہ زندگي بابت صحيح نظريي ۽ حق ۽ صداقت جي صحيح پيغام کي سمجهڻ لاءِ مطالعي جو اهو رجحان وڏو لاڀائتو ثابت ٿيندو، پر ان لاءِ اهو ضروري آهي تہ ڪنهن خاص نظريي، خاص طور سان خالص مادي نظريي تي ڳنڍ ڏيڻ ۽ ٻين نظرين جي نوعيت ۽ حقيقت جي فهم لاءِ ذهن ۽ دل جي دروازن کي بند نہ ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان فڪري جمود پيدا ٿي وڃي ٿو. سمجهدار ۽ ڏاهن فردن جي هميشہ اها ئي روش رهي آهي تہ اهي ذهن ۽ دل کي کليل رکي، حق ۽ سچ کي هر وقت

قبول ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن. اهو حق ۽ سچ چاهي هنن کي ڪٿان به ملي. اسلام جو موقف پڻ اهو آهي ته صحيح ڳالهه مومن جي گم ٿيل ميراث آهي، اها ميراث ڪيس جتان به ملي، اتان ڪيس حاصل ڪرڻ ۾ ڪيبائڻ نه گهرجي.

اسلام انساني عقل کي بنيادي اهميت ڏي ٿو ۽ عقل کان ڪم نه وٺندڙن کي نندي ٿو. قرآن ۾ جهنمين بابت چيو ويو آهي ته اهي چوندا، ڪاش اسين دنيا ۾ عقل کان ڪم وٺون ها. هڪ حديث شريف ۾ عقل کان ڪم نه وٺندڙ فردن کي موت سان تشبيهه ڏني وئي آهي. اهو عقل جڏهن سالم ۽ سليم عقل بڻجي وڃي ٿو ته اهو انسانيت لاءِ رحمت جو باعث بڻجي ٿو. عقل ذريعي غور فڪر کان ڪم وٺڻ ۽ عقل کي سالم ۽ سليم عقل جي صورت ڏيڻ ۾ لٽريچر اهم ڪردار ادا ڪري ٿو. لٽريچر ذريعي صحتمند فڪر کي فروغ ڏيڻ ۽ صحتمند ڪردار تخليق ڏيڻ، اهو اسان جي مقصدن ۾ شامل آهي.

اسين اميد رکون ٿا ته تنظيم جي پاران شايع ٿيندڙ ڪتابن کي نظرياتي تعصب کان مٿي اٿي، پڙهيو ويندو ۽ خالص علمي، تحقيقي نظرياتي ڪتابن جو آدرڀاءُ ڪيو ويندو.

اصغر مجاهد مهر

پروفيسر محمد علي راڄپر

خواجه جليل احمد

# ڪميونسٽ پڌرنامو

## اهم تجزياتي ۽ تنقيدي مطالعو

ڪميونسٽ پڌرنامو ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلس جي مسلسل محنت، تجربي ۽ مطالعي جو نتيجو آهي. هي ڪتاب اصل جرمن زبان ۾ سال 1848ع ۾ ڪميونسٽ ليگ جي فرمائش تي لکيو ويو هو جنهن جو تاريخي پس منظر بيان ڪندي مصنفين پنهنجي پيش لفظ ۾ اسان کي ٻڌائين ٿا ته "پورهتين جي هڪ ڳجهي تنظيم ڪميونسٽ ليگ جو اجلاس لنڊن ۾ نومبر 1847ع ۾ منعقد ٿيو هو جنهن اسان (ڪارل مارڪس ۽ اينگلس) کي پارٽي جو مفصل نظرياتي پروگرام ناهڻ جو حڪم ڪيو هو" ان مان هن منشور جي اصليت بابت روشني پوي ٿي. ان جو مسودو لنڊن ۾ فرانس جي فيبروري 1848ع واري انقلاب کان اڳ پهچي چڪو هو." (ملاحظه ٿئي ماسڪو مان شايع شده انگريزي ۾ ڪميونسٽ منشور جو پيش لفظ 1967ع ايڊيشن) هن تصنيف جو پورو نالو (Manifesto of the communist party) آهي ۽ انگريزي ٻولي ۾ سندس پهريون ترجمو 1850ع ۾ هڪ عورت نالي مسز مئڪ فارلين (Mac farlancc) ڪيو هو. پر هينئر دنيا ۾ سيموئل مور (Moore) جو انگريزي ترجمو مروج آهي، جيڪو هن 1888ع ۾ مڪمل ڪيو هو.

### منشور جو روسي ترجمو

اشتراڪي منشور جو روسي زبان ۾ پهريون ترجمو ڪندڙ روس جو مايه ناز مفڪر ۽ دانشور باڪونن (Bakunin) سال 1814ع ۾ روس جي هڪ امير گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو ۽ سن 1876ع ۾ وفات ڪيائين. ضمناً هتي اهو به عرض ڪري ڇڏيان ته روس ۾ مارڪس کي علمي طور تي متعارف ڪرائڻ وارو واحد شخص باڪونن هو پر افسوس جو مارڪس پنهنجي محسن جي خلاف سخت مخالفت ۽ پروپيگنڊا ڪئي. نتيجو اهو نڪتو جو

مارڪس سان اختلاف ڪري باڪونن انارڪسٽ خيالن جو علمبردار بڻيو. پروفيسر برٽرانڊرسل (Russel) پنهنجي هڪ مشهور ڪتاب (Roads to freedom) ۾ باڪونن ۽ سندس خيالات جو هڪ نهايت ئي عالمانه جائزو پيش ڪيو آهي. باڪونن ۽ مارڪس جي سرگرمين جي باهمي ڀيٽ ڪندي هو پنهنجي مٿين ڪتابن ۾ لکي ٿو ته "باڪونن جي حياتي مارڪس جي ڀيٽ ۾ نهايت ئي طوفاني آهي. حاڪمن جي خلاف هر قسم جي بغاوت ۽ سرڪشي سان هن جي همدردي هوندي هئي ۽ پنهنجي حمايت ۾ هن کي ذاتي خطري وٺڻ ۾ ٽڪي جي به پرواهه ڪانه رهندي هئي."

Bakunin's life, unlike Marx is a very stormy one. Every kind of rebellion against authority always aroused his sympathy, and in his support he never paid the slightest attention to personal risk. (Roads to freedom, (P. 62 by Bertrond Russel, London 1948 Edition)

باڪونن جهڙي غيور، بهادر ۽ نه وڪامندڙ شخصيت بابت مارڪس جو رمارڪ نهايت ئي ڏڪوئيندڙ ۽ تعصب تي ٻڌل آهي. برٽرانڊرسل لکي ٿو ته "مارڪس پنهنجي جرمن دوستن کي هڪ مخفي مراسله ۾ لکيو هو ته باڪونن پان سلاوسٽ پارٽي جو ايجنٽ آهي ۽ انهن کان پنجويهه هزار فرئنڪ سالانه وصول ڪري ٿو." (ص_60)

مارڪس جي هن عبرتناڪ ۽ سخت الزام جي، تصديق کان مؤرخين اڄ تائين قاصر آهن. پر هن مان فقط اها اهم ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته ڪميونسٽ حضرات پنهنجن نظرياتي مخالفن کي بيروني ايجنٽ هجڻ جو هميشه الزام لڳائيندا آهن. چاڪاڻ ته سندن وڏي مارڪس جو به ساڳيو رويو هو. جيئن اوهان مٿي باڪونن جي سلسلي ۾ پڙهي آيا آهيو.

مشهور مغل شهزادي زيب النساء پنهنجي لاءِ هڪ فارسي بند ۾ چيو هو ته "پير شد زيب النساء اورا خريدار نه شد" يعني "زيب النساء پوڙهي ٿي وئي پر ان جو ڪوبه خريدار نه بڻيو." ساڳيو بند باڪونن سان پڻ لڳي ٿو. مرندي

گهڙي تائين هن کي ڪوبہ خريد نہ ڪري سگهيو. اهڙي باهمت، بهادر ۽ ڪونڌر سياستدان کي ٻين جو ايجنٽ ڪوٺڻ اخلاقي ڏيوالپڻو آهي.

برٽرانڊرسل پنهنجي ڪتاب ۾ اڳتي هلي مارڪس جي شخصيت بابت باڪونن جا الفاظ نقل ڪري ٿو: باڪونن چوي ٿو تہ "مارڪس مون کي جذباتي آئيڊيلسٽ ڪوٺيندو هو ۽ ان ۾ هو صحيح هو. مان کيس خالي ذهن، دغاباز بي ايمان، چالاڪ ۽ مڪار ڪوٺيندو هوس ۽ مان بہ صحيح هوس."

He (Marx) called me a sentimental idealist, and he was right. I called him a vain man, perfidious and crafty and I also was right. (P.54)

ڳالھ هئي اشتراڪي منشور جي روسي ترجمي بابت مارڪس ۽ اينگلس جي هن ڪتاب جو ٻيو روسي مترجم مشهور روسي خاتون ويرازاسولش (Lasulich) آهي. هي ڪتاب پڻ 1882ع ۾ جنيوا مان شايع ٿيو هو. ويراسولش جي تذڪري سان روسي ڪتاب ڀريا پيا آهن. ماسڪو مان لينن جون منتخب تصانيف (Selected works of Lenin) ٽن جلدن ۾ شايع ٿيون آهن. هن ڪتاب جي پهرين جلد جي صفحہ 494 تي سولش بابت لکيل آهي تہ "مائي صاحبہ جو پورو نالو ويرا اوانو نازا سولش (Veaiva novna lasulich) آهي. هوءَ 1849ع ۾ پيدا ٿي هئي ۽ 1919ع ۾ روسي انقلاب کان ٻن سالن بعد وفات ڪيائين. هن نارودنڪ ۽ بعد ۾ روس جي سوشل جمهوري تحريڪ ۾ نمايان حصو ورتو ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو. سن 1878ع ۾ ويرازا سولش، پيٽر سبرگ جي گورنر ٽريوف (Trepove) تي خوني حملو ڪيو هو. سن 1883ع ۾ روس ۾ پهرين مارڪسي تنظيم "ليبر گروپ" جو بنياد وڌو هو." (صفحو 894 ماسڪو) ويرازا سولش جي سرگرمين بابت وڌيڪ احوال معلوم ڪرڻ لاءِ ملاحظہ

ٿئي. اينگلس جي حياتي بابت ماسڪو مان شايع ٿيل انگريزي ڪتاب (Fredric Engeles_ a biography) صفحہ 804.

## اشتراڪي منشور جا عالمي اثرات:

مارڪس ۽ اينگلس جي هن جڳ مشهور تصنيف ۾ پيش ڪيل خيالات سان اسان کي بنيادي اختلاف آهي. جنهن جو تفصيل بعد ۾ پيش ڪيو ويندو پر ان ۾ ڪوبہ شڪ شبهو نہ آهي تہ هن ننڍڙي ڪتاب (انگريزي ۾ ڪل 96 صفحا) دنيا جي تاريخ جو رخ موڙيو آهي. هن ڪتاب جو شمار دنيا جي اهڙن تصنيفن ۾ آهي. جن عالم انسانيت کي وڏي ۾ وڏو متاثر ڪيو. سن 1948 ۾ مارڪس جي هن ڪتاب جي صد سالہ ورسي برطانيہ جي هڪ مشهور سياسي مفڪر پروفيسر هئرالڊ لاسڪي ملهائي هئي. هن اجلاس ۾ دنيا جي وڏن عالمن ۽ دانشورن شرڪت ڪئي هئي. جنهن جي روئداد انگريزي ٻولي ۾ Communist Manifesto _ a (socialist landmark جي نالي ڪتاب ۾ شايع ٿي. مارڪس جي نظريي سان شديد اختلاف رکندڙ عالمن بہ اشتراڪي منشور جي عالمي اثرات کان اختلاف ڪونہ ڪيو آهي. تقريباً دنيا جي هر قابل ذڪر ٻولي ۾ ان جا ترجما ٿيا آهن. اسان جي سنڌي ٻولي ۾ ڪتاب جو ترجمو سکر جي هڪ اديب رشيد ڀٽي صاحب "ڪميونسٽ پڌرنامو" جي عنوان سان ڪيو جنهن جو پيش لفظ مسٽر رسول بخش پليجي لکيو آهي. پليجي لاءِ سنڌس پوئلڳن ۽ عقيدتمندن جو چوڻ آهي تہ هي سنڌ ۾ مارڪسي فڪر جو وڏو ڄاڻو ۽ دانشور آهي. پر ڪميونسٽ پڌرنامي بابت پيش لفظ پڙهي مون کي سخت مايوسي، افسوس ۽ حيرت ٿي. جيئن مٿي عرض ڪيو ويو تہ اسان کي ڪميونسٽ پڌرنامي پيش ڪيل خيالات سان بنيادي اختلاف آهي. ان جي باوجود پليجي صاحب جو لکيل تعريفي ديباچو سطحي نوعيت جو آهي. پروفيسر برٽرانڊ رسل پنهنجن ڪيترن ئي ڪتابن ۾ مارڪس جي فڪر سان شديد اختلاف جو اظهار ڪيو آهي. ان هوندي بہ هو اشتراڪي منشور کي "تاريخ جي وڏن سياسي اعلانن مان هڪ اعلان" ڪوٺي ٿو.

مون کي تہ پليجي صاحب جي مهاڳ پڙهڻ سان صاف معلوم ٿيو تہ موصوف ڪميونسٽ پڌرنامي کي شايد چڱي طرح پڙهيو بہ ڪين آهي. خود ڪميونسٽن بہ پليجي جي مهاڳ کي يقيناً پسند نہ ڪيو هوندو. بهرحال هيٺ مارڪس ۽ اينگلس جي هن اهم تصنيف بابت پنهنجا خيالات پيش ڪريان ٿو. اميد تہ قارئين ڪرام ان کي دلچسپي سان پڙهندا ۽ هيئين سان هنڊائيندا. ڪميونسٽ منشور ۾ پيش ڪيل خيالات ۽ نظريات تاريخ جي روشني ۾ رد ۽ باطل ٿي ويا آهن. مارڪس جو منشور تاريخي ماديت جو نظريو هڪ انسانوي فرسوده حيثيت رکي ٿو. جيتوڻيڪ مارڪس پنهنجي نظريہ کي سائنٽيفڪ سوشلزم جي نالي سان موسوم ڪري ٿو پر حقيقت ۾ سوشلزم هڪ اهڙو لفظ آهي. جنهن جي تعبير ۽ تشريح ۾ ڪافي مونجهارو پيدا ٿئي ٿو. مغرب جو هڪ نامور مفڪر ۽ فلسفي ڊاڪٽر سي- اي- ايم جوڊ پنهنجي جڳ مشهور تصنيف (Introduction to Modern political theory) ۾ سوشلزم جي وضاحت بابت نهايت ئي باريڪ بين ۽ عالمانہ راءِ ڏني آهي. جنهن جو قدر نہ ڪرڻ وڏي زيادتي ٿيندي، مغرب جو هي داناءُ شخص لکي ٿو تہ "مختصر طور تي سوشلزم جو مثال هڪ اهڙي ٽوپي جيان آهي. جنهن جي شڪل ڦٽي وئي آهي. ڇاڪاڻ تہ هر ڪو ان کي پائي ٿو."

**Socialism, in short is like a hat that has lost its shape because every body wears it (joad: Modren political theory( P.40 Oxford press London 1929 edition.)**

روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب جي باني وي- آءِ- لينن هڪڙي هنڌ "ڪميونسٽ پڌرنامي" بابت پنهنجي خيالات جو اظهار ڪندي لکيو آهي تہ "غير معمولي صفائي ۽ آب تاب سان هيءَ تصنيف نئين عالمي نظريي جو خاڪو پيش ڪري ٿي. بااصول ماديت جو جيڪو سماجي زندگي تي بہ حاوي آهي. جدليات جي، جيڪو ارتقا جو سڀ کان جامع ۽ ڳوڙهو نظريو آهي. طبقاتي جدوجهد ۽ ان پرولتاريہ جي عالمگير تاريخي انقلابي رول جي نظريہ جو جيڪو هڪ نئين ڪميونسٽ سماج جو پيدا ڪندڙ آهي."
(وي- آءِ لينن- سليڪٽيڊ ورڪس- واليوم 1 ماسڪو).

ڪميونسٽ پڌر نامو لينن جي الفاظ ۾ "هڪ نئين اشتراڪي سماج کي جنم ڏنو آهي" پر ان لاءِ ڪيتري تہ قيمت ادا ڪرڻي پئي آهي. لکين جانيون قربان ٿيون آهن پر پوءِ بہ اتي بکہ بيروزگاري ۽ ظلم کان نجات ڪانہ ملي. طبقاتي نظام جي خاتمي جي دعوي ڪندڙن جي ظالمانہ آپريشن جي نتيجي ۾ هڪڙو طبقو پيدا ٿيو جنهن کي يوگوسلاويہ اسيمبلي جو سابق صدر مشهور ڪميونسٽ ليڊر ۽ شاعر ملووان جيلاس "نئون ڪلاس" ڪوٺي ٿو ۽ اهو ڪلاس آهي. ڪميونسٽ پارٽي جو . جنهن وٽ اقتدار ملڪيت ۽ نظريي جي ٺيڪيداري آهي. جيلاس بالڪل صحيح راءِ ڏني تہ ڪميونسٽ رياست بہ هڪ (Cligarchy) آهي. جنهن ۾ هڪ خاص گروهہ جي ماڻهن لاءِ سڀ رعايتون وقف ٿيل آهن. نوڪريون بہ انهن لاءِ تہ اعليٰ تعليم بہ انهن لاءِ وقف ٿيل آهي ۽ باقي سموري مخلوق ان نئين ڪلاس جي گهر جي پينو ۽ فقير آهي.

لينن هڪ ٻئي هنڌ تي ڪميونسٽ پڌرنامي بابت اظهار خيال ڪندي لکي ٿو تہ "هي ننڍڙو ڪتابچو هڪ وڏي ڪتاب جيان آهي. اڄ آينهن تائين هي مهذب دنيا جي، جدوجهد ڪندڙ مزورن جي رهنمائي ڪري ٿو." ملاحظہ ٿئي:

37(V.I .Lenin: Selected Works_ vol: I,P

ڪميونسٽ دانشورن کان علاوہ غير ڪميونسٽ عالمن بہ ڪميونسٽ پڌرنامي بابت عجيب رايا ڏنا آهن. مثال طور جارج برنارڊشا (Bernard shaw) پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ مارڪس ۽ اينگلس جي هن اهم تصنيف بابت لکي ٿو تہ "مارڪس ۽ اينگلس ٻنهي گڏجي مشهور " "ڪميونسٽ پڌرنامو" لکيو هو. هي ڪتاب اسان جي موجوده صحيفن مان هڪ نهايت ئي اهم صحيفو آهي."

(An, intelligent woman's guide to socialism, page 456, london).

ياد رهي تہ جارج برنارڊشا انگلستان جو هڪ مشهور دانشور مفڪر ۽ ليکڪ ٿي گذريو آهي. جنهن 1952ع ۾ وفات ڪئي هئي. پاڻ فئبيئان سوشلزم جو علمبردار هو. سندن ڪيترن ئي ڪتاب سوشلزم جي فڪر بابت

انسائڪلو پيڊيائي مواد مهيا ڪري ٿو. موجوده دور جو هڪ پيو يورپي فلاسفر، دانشور ۽ مفڪر پروفيسر برٽرانڊرسل (Russel) پنهنجي ڪتاب (German Social Democracy) ۾ "ڪميونسٽ پڌرنامي" بابت لکي ٿو ته "منهنجي خيال ۾ مختصر و جامع فصاحت چٽڪ پائيندڙ ظرافت، حاضر جوابي، توڙي سياسي بصيرت جي لحاظ کان ڪميونسٽ پڌرنامو بهترين سياسي لٽريچرن مان هڪ لٽريچر جو ٽڪرو آهي." (صفحه 10، لنڊن) هي ڳالهه خاص نوٽ ڪرڻ گهرجي ته برٽرانڊرسل مٿيون ڪتاب اڄ کان ستاسي سال اڳ يعني 1896ع ۾ لکيو هو. ان وقت رسل چوويهن ورهين جو نوجوان هو. بعد ۾ روس وڃڻ کان پوءِ (1920) هن جي خيالات ۾ نمايان تبديلي آئي هئي، جنهن جي ثابتي سندس ڪتاب Theory and) (practice of Bolshevism مان ملي سگهي ٿي. ڪتاب German) (social democracy جي ٻي ايڊيشن سال 1965ع ۾ شايع ٿي هئي. ان جو پيش لفظ لکندي رسل پاڻ کي ڪتاب جو سابق مصنف Former) (writer ڄاڻايو آهي.

## ڪميونسٽ پڌرنامي جونچوڙ

هاڻي هڪ بنيادي سوال ذهن ۾ گشت ڪري ٿو ته "ڪميونسٽ پڌرنامي" جو مرڪزي نڪتو ۽ تصور ڇا آهي؟ هن اهم سوال جو جواب خود پڌرنامي جي مصنف اينگلس 1888 واري انگريزي ايڊيشن جي پيش لفظ ۾ ڏنو آهي، جنهن ۾ هو لکي ٿو ته "پڌرنامو مان ۽ مارڪس گڏجي لکيو هو پوءِ به مان هي ٻڌائڻ پنهنجو فرض سمجهان ٿو ته اهو مرڪزي تصور جنهن تي هن پڌرنامي جو بنياد آهي، سو مارڪس جو لکيل آهي. اهو تصور هي آهي ته هر تاريخي عهد ۾ اقتصادي پيداوار ۽ تبادلي جو جيڪو طريقو رائج آهي ۽ ان مان جيڪو سماجي ڍانچو نهي ٿو، اهوئي بنياد آهي، جنهن تي ان عهد جي سياسي ۽ ذهني تاريخ تيار ٿئي ٿي ۽ ان مان ان جي تعبير به ٿي سگهي ٿي. چنانچه (قديم قبائلي سماج جي ٽٽڻ بعد جنهن ۾ زمين جي برابري واري ملڪيت جو رواج هو). انسان ذات جي سموري تاريخ طبقاتي جدوجهد جي تاريخ، يعني استحصال ڪرڻ وارن ۽ استحصال جي شڪار ماڻهن،

حڪمران ۽ مظلوم طبقن جي پاڻ ۾ مقابلي جي تاريخ آهي. هي طبقاتي جدوجهد جي تاريخ ارتقا جا ڪيترائي ڏاڪا لتاڙي گذري آهي ۽ اڄ اها منزل اچي پهتي آهي. جڏهن ته استحصال ڪيل مظلوم طبقو يعني پرولتاريه استحصال ڪندڙ ظالم طبقي يعني بورجوا جي چنبي کان ان وقت تائين ڇوٽڪارو حاصل ڪري نٿو سگهي جيستائين پاڻ سان گڏ پوري سماج کي هميشه لاءِ هر قسم جي استحصال ظلم طبقاتي امتياز ۽ طبقاتي جدوجهد کان ڇوٽڪارو نه ڏياري" (حوالي لاءِ ڏسو ڪميونسٽ پڌرنامو انگريزي ۾ ماسڪو مان شايع ٿيل صفحه 20 ۽ 21، 1967ع ايڊيشن).

اهائي مارڪس جي طرفان مشهور "تاريخي ماديت" (Historical Materialism) واري پيش ڪيل نظريه جي تشريح ۽ وضاحت آهي. حقيقت هي آهي ته جدلياتي ماديت (Dialectical Materialism) واري تصور مان ئي تاريخي ماديت جو نظريو جنم ورتو ٿو. مارڪس جدلياتي ماديت جو نظريو مشهور جرمن فلسفي هيگل کان ورتو هو. جنهن سال 1831ع ۾ وفات ڪئي هئي مارڪس پنهنجي ڪتاب "سرمايه" (Das Capital) جي پهرين حصي ۾ هيگل کي "طاقتور ۽ عظيم مفڪر" جو لقب عطا ڪري ٿو. پر ان هوندي به هو هيگل تي تنقيد ڪندي لکي ٿو ته "هن جي جدليات آئيڊيلزم تي مبني آهي. جڏهن ته مون واري جدليات جو بنياد ئي سراسر ماديت تي بيٺل آهي. (داس ڪئپيٽال حصه اول صفحه 19. ٻي جرمن ايڊيشن تي انگريزي ۾ تبصرو شايع شده ماسڪو 1965ع ايڊيشن). سماج، سماجي زندگي ۽ ان جي تاريخ بابت جدلياتي ماديت جي اصولن جي اطلاق کي تاريخي ماديت سڏجي ٿو. روس مان "ڪميونسٽ پارٽي جي تاريخ" (History of communist party of Soviet Union) نالي هڪ ڪتاب 1949ع ۾ شايع ٿيو آهي ان ۾ مصنف لکي ٿو ته:

Historical materialism is the extension of the principles of dialectical materialism to the study of social

life, an application of the principles of dialectical materialism to the phenomena of the life of society, to the study of society and of its history. (P.128 Moscow 1949 E D)

## تاريخي مادیت جو نظريو ۽ عليهم السلام

مارڪس جي تاريخي ماديت واري نظريہ جي مڪمل تشريح مٿي ڪئي وئي. هن جي خيال ۾ تاريخ جي تعبير اقتصاديات ۽ پيداواري اصولن تي ڪري سگهجي ٿي. تمام تحريڪن جي برپا ٿيڻ جو مکيہ سبب معاشيات آهي. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ انساني سماج جي تبديلي لاءِ خدا جي پيغمبرن وڏيون تحريڪون هلايون هيون. مارڪسي فلسفہ (تاريخي ماديت) مطابق اهڙن انبيائي تحريڪن جو مکيہ ڪارڻ معاشيات ۽ اقتصادي پيداوار جا اصول آهن. حالانڪ "قرآن مجيد جي مطالع مان معلوم ٿئي ٿو تہ انبياء جي تحريڪ جو بنيادي مقصد" ان اعبدالله مالڪم من دون الله غيره." (تہ الله جي عبادت ڪريو. هن کان سواءِ ٻيو ڪوبہ الله ڪونہ آهي). انبياء توحيد" رسالت ۽ آخرت جي دعوت ڏني آهي. ان ڪري اسان مسلمان مارڪسي تاريخي ماديت جي قبول ڪرڻ جو تصور بہ نٿا ڪري سگهون.

مارڪس جي تاريخي ماديت واري نظريہ جي ضد ۾ يورپ جي ٻين دانشورن پنهنجي طرفان جدا جدا نظريا پيش ڪيا آهن. مثال طور مشهور نفسياتي ماهر ۽ دانشور فرائڊ (وفات 1939ع) جو چوڻ آهي تہ تاريخ جي تعبير معاشيات جي ذريعي نہ پر جنسيات (Sex) ذريعي ڪري سگهجي ٿي. يورپ جي هڪ ٻئي دانشور ۽ فلسفي پروفيسر برٽرانڊ رسل (Russel) لکيو آهي تہ تاريخ جي تعبير لاءِ مارڪس ۽ فرائڊ جون ٿيوريون غلط آهن. هن پنهنجي طرفان اقتدار (Power) جي محبت کي اصل قوت قرار ڏنو. رسل پنهنجي نقطہ نظر جي وضاحت ۽ تشريح لاءِ سال 1938ع ۾ (Power)

نالي هڪ ڪتاب انگريزي ٻولي ۾ تصنيف ڪيو. هو لکي ٿو ته "فقط ان ڳالهه محسوس ڪرڻ سان ته اقتدار جي محبت ئي اهڙين محرڪات جو سبب آهي. جيڪي سماجي معاملات ۾ اهميت رکن ٿيون ۽ جنهن ڪري قديم توڙي جديد تاريخ جي صحيح تعبير ڪري سگهجي ٿي" (صفحه 10) برٽرانڊ رسل پنهنجي مٿين ڪتاب ۾ تاريخ جي روشني ۾ نهايت ئي منطقي دليلن سان مارڪس جي تاريخي مادّيت واري نظريه کي رد ڪري ٿو.

مارڪسُ پنهنجي ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ سماج کي فقط ٻن طبقن ۾ ورهائي ٿو. سندس الفاظ ۾ هڪڙا "پرولتاري ۽ ٻيا بورجوا". پرولتاري مان مراد مزدور ۽ بورجوا مان مراد جديد سرمايه دار آهن. اسلام ۾ به گروهه شمار ڪيا ويندا هئا. پر انهن ۾ "پرولتاريه" ۽ "بورجوا" جي لاءِ ڪابه گنجائش نه آهي. اسلام سماج کي ٻن گروهن يعني هڪ مؤمن ۽ ٻيو ڪافر ۾ تقسيم ڪري ٿو. مؤمن ۾ مزدور به اچي وڃن ٿا ته سرمايه دار به ساڳيو حال ڪافرن جو به آهي. ان ڪري ڪيمونسٽ پڌرنامي ۾ مذڪوره بالا ٻن طبقن کي اسلام تسليم نٿو ڪري.

## ڪميونسٽ پڌرنامه ۽ پرائيويٽ ملڪيتون

مارڪس ۽ اينگلس ڪميونسٽ منشور ۾ ملڪيتن بابت بحث ڪندي لکن ٿا ته "هن معنيٰ ۾ ڪميونسٽن جي نظريه جو خلاصه هڪڙي ئي جملي ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو ته پرائيويٽ ملڪيت جو خاتمو."

In this sense, the theory of the communists could be summed up in the single sentence, Abolition of private property. (P. 63 1967 E D: Moscow)

جڏهن کان وٺي حضرت انسان هن ڌرتي تي پير رکيو آهي ان وقت کان وٺي ذاتي ۽ خانگي. ملڪيتن رکڻ جو جذبو انسان جي فطرت ۾ سمايل آهي. ڪين ملڪيتن کان محروم رکڻ وارو اشتراڪي آپريشن نهايت ئي ظالمانه ۽ نفسياتي اصولن جي بلڪل خلاف آهي. اهوئي سبب آهي جو

الاهي شريعتن ۾ جائز نموني حاصل ڪيل ملڪيت تي ڪا به پابندي نه آهي. مسلمان اهل ثروت يا شاهوڪارن تي زڪوات ڏيڻ فرض آهي. جنهن جو تاڪيد قرآن ۽ سنت ۾ سختي سان ڪيل آهي ۽ سگهه رکڻ وارن مؤمنن تي حج جي ادائگي فرض آهي. قرآن مجيد ۾ ميراث جا قانون بيان ٿيل آهن. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته جيڪڏهن مارڪس جي ڏسيل واٽ مطابق ملڪيتون ختم ڪيون وڃن ته مسلم معاشري ۾ زڪوات، حج يا ميراث جي قانونن تي ڪيئن عمل ٿئي؟ ظاهر آهي ته ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ ذاتي ۽ خانگي ملڪيتن جي خاتمي وارو نظريو اسان جي ديني اصولن جي خلاف آهي. ان ڪري اسين مسلمان ڪميونسٽ نظريي کي باطل سمجهي، ان کي رد ٿا ڪريون. جيئن افغانستان جا مسلمان جيڪي محمد ﷺ جن جا پوئلڳ آهن،پنهنجي ديس ۾ مارڪس جي مجيندڙن خلاف جهاد ڪري رهيا آهن.

ڪميونسٽ جي دعوي آهي ته سندن پڌرنامي جي حڪم مطابق پيرائيويٽ ملڪيتن جي خاتمي سان اجتماعي ملڪيتن جي نظام ۽ معاشري ۾ خوشحالي، ترقي ۽ بهبودي ٿئي ٿي. پر هي محض پروپيگنڊا، ڪوڙي ۽ ناقابل يقين دعوي آهي، جنهن کي خود وڏن ڪميونسٽ ليڊرن به تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي. مثال طور ملو وان جيلاس (Dgilas) جي نالي کان قارئين حضرات چڱي طرح سان واقف آهن. هو سابق ڪميونٽ ليڊر دانشور ۽ شاعر آهي ۽ يوگو سلاويه (ڪميونسٽ ملڪ) جي اسيمبلي و صدر رهي چڪو آهي. جيلاس ڪميونزم کان توبه ڪرڻ بعد "نئون ڪلاس" (New class) نالي هڪ بي پناه معلوماتي ڪتاب لکيو آهي، ڪميونسٽ سوسائٽي ۾ ملڪيت جي نظام جي خاتمي واري فلسفي تي راءِ زني ڪندي جيلاس پنهنجي مٿين ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "جڏهن به ڪميونسٽ برسراقتدار ايندا آهن ته پرائيويٽ ملڪيتن جي مٿان سندن حملي مان غلط فهمي ۽ ڪوڙو خيال ٿو جنم وٺي ته سندن تدبيرون ۽ ڪوششون بنيادي طرح ملڪيتن جي مالڪ طبقي خلاف ۽ پورهيت ڪلاس جي مفاد وٽان آهن. پر پوءِ جي واقعن مان ثابت ٿيو آهي ته ڪميونسٽن جا اهڙا حربا مٿين مقصد لاءِ ڪونه هوندا آهن. پر پنهنجي

پرائيويٽ ملڪيت قائم ڪرڻ لاءِ هو ان قسم جي جاڪوڙ ڪن ٿا." (صفحه 145 نيويارڪ پنجين ايڊيشن آگسٽ 1957)

جيئن مٿي عرض ڪيو ويو آهي ته ملڪيتن جي نظام کي ختم ڪرڻ جي دعوي انساني فطرت ۽ نفسيات جي خلاف آهي. روس توڙي ٻين ڪميونسٽ ملڪن ۾ ماڻهن کان ذاتي ملڪيتون کسي جيلاس جي الفاظ ۾ ڪميونسٽ حضرات پاڻ انهن جا مالڪ ۽ وارث بڻجي ويا آهن. اهو ڌاڙو ۽ چوري سينه زوري نه آهي ته ٻيو ڇا آهي ۽ وڏيڪ ظلم هي آهي ته ماڻهن ويچارن کي ٻاهر ٻاڦ ڪڍڻ جي به اجازت ڪانه آهي. رومي غلامن کي به ڪجهه آزادي هوندي هئي پر ڪميونسٽ ملڪن ۾ انسانن کي پنهنجي آزادي ۽ بنيادي حقن کان محروم ڪيو ويو آهي. سياري ۾ روس جي سائبيريا جا پکي ته هر سال اتان اڏامي پوري دنيا جي ملڪن ڏانهن وڃن ٿا پر اتي انسانن کي اهڙي چرپر جي آزادي مليل ڪانه آهي. يورپ جي هڪ چوٽي جي دانشور فلسفي ۽ مفڪر پروفيسر برٽرانڊرسل 1920ع ۾ روس جي ڪميونسٽ جنت جو سير ڪيو هو. پنهنجي هڪ ڪتاب (Portraits from memory) ۾ روس جي ڪميونسٽ معاشره بابت تاثرات ۽ مشاهدات بيان ڪندي هو لکي ٿو ته: "1920ع ۾ روس جو سير منهنجي زندگي ۾ هڪ اهم موڙ ثابت ٿيو هو. جيترو وقت مان اتي رهيس مون کي آهسته آهسته وڌندڙ خوف، ڊپ ۽ هيبت محسوس ٿيڻ لڳي. جنهن ذري گهٽ ناقابل برداشت ظلم جي شڪل اختيار ڪئي هئي. پورو روس جو ملڪ مون کي هڪ وڏو جيل خانو ڏسڻ ۾ آيو. جنهن ۾ جيلر حضرات ظالم تعصبي هئا. جڏهن مون ڏٺو ته منهنجا دوست به اهڙن ماڻهن کي آزادي ڏياريندڙ ۽ هن جي برپا ڪيل حڪومت کي بهشت وانگر ڏسڻ لڳا هئا ته مون کي پريشاني جي حالت ۾ حيرت وٺي ويندي هئي ته آيا منهنجا دوست چريا آهن يا مان."
(صفحه 14,13 لنڊن 1957ع ايڊيشن)

ملڪيتن جي نظام جي خاتمي بعد پورو ملڪ جيل خاني ۽ بندي خاني ۾ تبديل ٿئي ٿو. اهوئي سبب آهي ته اسان جي دين اسلام ۾ ملڪيتن کي جائز حدن اندر قائم ڪيو ويو آهي.

پڙهندڙ حضرات جيڪڏهن اسلام جي تصور ملڪيت بابت وڌيڪ
ڄاڻڻ گهرن ٿا تہ ڪين مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهہ جي پروفيسر ڊاڪٽر
نجات الله صديقي صاحب جو مٿين موضوع تي لکيل ڪتاب مطالعو ڪرڻ
گهرجي. يورپ جي لادين ۽ لبرل مفڪرن بہ پرائيويٽ ملڪيتن جي اداره
کي قائم رکڻ جو مؤثر دفاع ڪيو آهي. جان لاڪ (پيدائش 1632ع وفات
1704ع) يورپ جو هڪ وڏو فلسفي ۽ ممتاز سياسي مفڪر ٿي گذريو آهي.
هو ڪارل مارڪس جي برخلاف ماڻهن جي ملڪيتن جي تحفظ جو وڏو
حامي هو. هن جي خيال ۾ اهڙيون تدبيرون اختيار ڪيون تہ انساني تهذيب
سنوارجي وينديءَ ۽ اها جتادار ۽ دائمي ثابت ٿينديءَ لاڪ جي نظر ۾ "اقتدار
اعليٰ کي ماڻهن جي ملڪيت کي ختم ڪرڻ ۽ هٿ ڪرڻ جي اجازت
سندن مرضيءَ جي بغير ڏيڻي نٿي سگهجي. پروفيسر برٽرانڊرسل پنهنجي
هڪ مشهور ڪتاب "مغربي فلسفہ جي تاريخ" (History ef Western
Philosophy) ۾ جان لاڪ (Locke) جي خيالات ۽ نظريات بابت وڏو
مدلل بحث ڪيل آهي. ملڪيتن بابت جان لاڪ جي ٿيئري بابت رسل
پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

The supreme power can not take from any man any part of his property with out his own consent.
P.609, Lond on: 1975 Edition.

ڇا اهي سڀ ماڻهو جان لاڪ سميت اڻ پڙهيل هئا ۽ محض عاشق
مزاج، حسن پرست مارڪس ئي وڏو عالم ۽ دور انديش هو؟ مون پنهنجي
هڪ عليحده مضمون ۾ انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا ۽ خود روس مان ڇپيل
ڪتابن جي حوالي سان لکيو آهي تہ مارڪس پنهنجي فيملي نوڪرياڻي
هيلن ڊيمٿ (Demuth) جي مٿان عاشق هو. جنهن مان کيس فريڊرڪ
نالي هڪ حرامي پٽ بہ ڄائو هو. مون روسي ڪتابن مان ڊيمٿ جو فوٽو
ڪوري رهبر ڊائجسٽ ۾ شايع ڪرايو هو. مون ان ۾ اهو بہ وڌيڪ لکيو هو تہ
مارڪس پنهنجي گهرواري "جيني وان ويسٽ فالين (Jenny on West
Phalen) سان عشقيہ شادي ڪئي هئي. مائي صاحبہ جو پيءُ مارڪس جي
والد هينرڪ مارڪس جو گهرو دوست هو. هتي قارئين جي دلچسپي لاءِ

مارڪس ڏانهن سندس محبوبہ ويسٽ فالين جي هڪ لکيل خط جو حوالو عرض رکان ٿو . جنهن مان حسن پرست ۽ عياش مارڪس جي شخصيت بابت روشني پوي ٿي. هي خط هڪ ڪتاب ناليِ:

Karl Marc, Fre derrick
Engeles: Collected Works
Volume: I, Marc, 1835_1843.

مان پيش ڪجي ٿو جو 1975ع ۾ پروگريس پبلشرن وارن جي طرفان ماسڪو مان شايع ٿيو آهي. ڪارل مارڪس جي مغربي سوانح نگارن جهڙوڪ اسا برلن (Berlin) اي ايچ. ڪار (Carr) يا اوٽو روهيلي (Rohele) سندس شخصيت بابت نهايت ئي دلچسپ ۽ عبرت انگيز ڳالهيون نقل ڪيون آهن. جي حقائق تي مبني ۽ ناقابل ترديد آهن. پر مون مذڪوره ڪتابن کي نظر انداز ڪري فقط هن موضوع بابت روس مان شايع شده مٿين ڪتابن تي انحصار ڪيو آهي. هي خط مارڪس جي محبوبہ کيس تاريخ ڏهين آگسٽ 1841ع ۾ شهر ٽرائر (Trier) مان ان وقت لکيو هو جنهن وقت هوء ڪنواري هئي. مارڪس سان مائي صاحبہ جي شادي 1842ع ۾ يعني بعد ۾ ٿي هئي. خط جو هڪ اقتباس ملاحظہ ڪجي:

"منهنجا ننڍڙا جهنگلي سوئر".

مان ڪيترو نہ خوش آهيان جو اوهان بہ خوش خرم آهيو تہ منهنجي خط توکي فرحت ڏني. تہ اوهان مون لاءِ مشتاق ۽ بي تاب آهيو تہ اوهين ڪاغذي پتين جي ڪوٺين ۾ رهو ٿا. ۽ ڪولون شهر ۾ اوهان (فرانس جو) بهترين شراب پيتو آهي ۽ اتي هيگل ڪلبون آهن. تہ اوهين خواب پيا لهو ۽ مختصر طور تي تون منهنجو آهين. ۽ منهنجي دل جو ميناج ۽ منهنجو پيارو جهنگلي سوئر."

Jenoy von west phalen to Karl marx
In bonn.
(Thier August 1814)
My little wild boar.

How glad I am tha you are happy, that my letter made you cheerful, and that you are longing for me, and that you are living in wall papered rooms and that you drank champagne,in Cologne, and that there are Hagel clubs there, and that you are dreaming, and that, in short you are mine, my own sweet heart, my dear wild boar.
(P. 707 Progress publishers, Moscow 1975 Edition.

هڪ حسين. مهہ جبين ڪنواري ڇوڪري جي خط مان هڪ ٽڪرو مٿي نقل ڪيو ويو جو هن مارڪس ڏانهن ساڻس شادي ڪرڻ کان هڪ سال اڳ لکيو هو. جيني،مارڪس کي "ننڍڙو پيارو جهنگلي سوئر" جي لقب سان ياد ڪري ٿي ۽ اسان جي مذهب ۾ سوئر نجس ۽ حرام آهي. جيني اسان کي وڏيڪ ٻڌائي ٿي تہ مارڪس فرانس جو بهترين شراب شئپن جو پياڪ هو ۽ اسان جي دين ۾ شراب پيئڻ جي سخت ممانعت ٿيل آهي. ثابت ٿيو تہ مارڪس سوئر، شرابي، عاشق مزاج ۽ حسن پرست هو. نہ فقط ايترو پر هو دهريو ۽ الله جل شانه جي هستي جو بہ منڪر هو. ماسڪو مان انگريزي ٻولي ۾ ڪارل مارڪس جي سوانح حيات شايع ٿي آهي. هن ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ مارڪس جو چوڻ هو تہ "جنهن کي دنيا عقل جي بغير ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ جو پاڻ بي عقل آهي. ان لاءِ خدا موجود آهي."

Marx pointed out that for whom the world appears without reason, hence in without reason himself, for him God exists. (Karl Marx) P_31, Moscow, 1973 Edition.

اهوئي سبب آهي تہ مارڪس پنهنجي ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ مذهبن ۽ اخلاقيات جي خلاف جنگ جو اعلان هيٺين الفاظ ۾ ڪري ٿو. لکي ٿو تہ : "چيو ويندو آهي تہ بلاشبہ تاريخي نشو و نما جي عرصي ۾ مذهبي، اخلاقي، فلسفيانہ سياسي ۽ قانوني خيالن ۾ ترميم ٿيندي رهي آهي. پر مذهب، اخلاق، فلسفہ سياسي علم ۽ قانون اهڙين تبديلين جي باوجود، هميشہ قائم رهيا. پوءِ ان کان سواءِ ڪجهہ دائمي صداقتون بہ آهن. جهڙوڪ آزادي انصاف وغيره ۽ هي سماج جي سيني منزلن ۾ مشترڪ (گڏيل) آهن.

ليڪن ڪميونزم سڀني دائمي صداقتن جو منڪر آهي. هو مذهب ۽ اخلاق کي سموري جو سمورو متائي ڇڏي ٿي، ان لاءِ نه ته انهن کي ڪنهن نئين بنياد تي مرتب ڪري ٿو. بلڪ ان لاءِ ته ڪميونزم تمام گذريل تاريخي تجربن خلاف قلم ڪٽي رهيو آهي." (صفحه 73_1967ع ايڊيشن. ماسڪو)

مارڪس ڪليل ۽ واضح الفاظ ۾ اعلان ڪري ٿو ته هو مذهب ۽ اخلاق کي سموري جو سمورو متائڻ چاهي ٿو. ڇا ان کان پوءِ به توحيد تي يقين ڪندڙ مسلمان مارڪس جي طرفان پيش ڪيل ڪميونزم جي نظام کي قبول ڪري سگهندا؟ هرگز نه اهوئي سبب آهي ته افغانستان تي قبضي جمائڻ کان پوءِ ڪميونسٽن مارڪس جي اصولن تي عمل ڪري مذهب اسلام کي متائڻ جي شروعات ڪئي. هنن مسجدون بلڊوزرن سان ڊهرايون. قرآن مجيد جي بي حرمتي ڪئي. ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ مارڪس ۽ لينن جي تعليم رائج ڪئي. اهڙي طرح هڪ منظم سازش جي ماتحت ڪميونسٽن هڪ مسلمان ملڪ کي ملحد بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. ان جي خلاف شديد رد عمل جو اظهار ڪندي پختونن دين اسلام جي بچاءَ خاطر روسي ڪميونسٽن جي خلا ف جهاد جو اعلان ڪيو ۽ گذريل ڏهن سالن کان وٺي سر ۽ ڌڙ جي بازي لڳائي رهيا آهن.

## ڪميونسٽ نظام ۾ اخلاقيات

مون مٿي پڌرنامي مان هڪ حوالو عرض رکيو آهي. جنهن مان پتو پوي ٿو ته مارڪس اسان جي معاشري ۾ صدين کان وٺي مروج اخلاقي اقدار کي متائي ان جي پاڙ پٽڻ ٿو چاهي. اخلاق ڪنهن به فرد يا قوم جي شناخت جو بهترين ذريعو ۽ بئرو ميٽر آهي. اخلاق عربي ٻولي ۾ جمع آهي "خُلق" جو ۽ خلق لفظ جي معنيٰ عربي جي مشهور لغت "المنجد" ۾ ڄاڻايل آهي.

"طبعي خصلت. طبيعت. مروت عادت." (صفحه 294 شايع شده دارالاشاعت ڪراچي) "اخلاق" جو لفظ فارسي زبان ۾ هو بهو عربي زبان جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. مشهور مغربي لغت نويس ڊاڪٽر اسٽينگاس (Steingass) پنهنجي فارسي انگريزي ڊڪشنري ۾ لفظ "اخلاق" جي انگريزي ٻولي ۾ معنيٰ لکي آهي.

(PL of Khulq. Natures dis position, Habits Manners, virtues, good qualities, Morals, Ethics. (P_26, sangmail publications 1977Ed: Lahore.

اخلاقيات کي انگريزي ۾ ايٿڪس (Ethics) به چوندا آهن. هن موضوع تي سڀ کان اڳ يوناني حڪيم ۽ فلسفي ارسطو قلم کنيو هو. انگريزي زبان ۾ پروفيسر "جان- ايس- مئڪنزي (John_ S Mackenzie) جو ڪتاب "اخلاقيات جو دستورالعمل (Manual of ethics) آهي.

(Ethics) جي وصف ڇا آهي؟ ان جو جواب ڏيندي پروفيسر موصوف پنهنجي مٿين تصنيف ۾ لکي ٿو ته "پوءِ اسين چئي سگهون ٿا ته ايٿڪس ماڻهن جي عادتن رسم رواج يا ٻين لفظن ۾ سندن اخلاق بابت بحث ڪري ٿي ۽ انهن اصولن تي دلالت ڪري ٿي، تنهن تي انسان عادت جي ڪري عمل ڪن ٿا. ايٿڪس ۾ ان ڳالهه تي به ويچار ٿئي ٿو ته اها ڪهڙي شيءِ آهي، جنهن مان اهڙن اصولن ۽ عادتن جا حق ناحق نيڪي ۽ بدي وجود وٺن ٿا."

Ethics then, we may say, discusses men's habits and customs, or in other words their characters, the principles on which they habitually act, and consideres what it is that constitutes rightness and wrongfulness of those principles the good or evil of those habits. (P. 1, 1954 Edition, London)

اسان مسلمانن جو اخلاقي دستورالعمل قرآن مجيد ۽ سنت نبوي آهي. ام المؤمنين بيبي عائشه صديقه ﷺ جن جي خُلق بابت فرمايو ته "کان خلقه القرآن" هنَ جو خلق (جمع اخلاق) قرآن هو. مطلب ته اسان جي عادتن، رسم رواجن، نيڪي ۽ بدي جي اصولن بابت قرآن ۽ سنت ۾ رهنمائي ملي ٿي. هي مثال طور مسلم اخلاق آهي ته سوئر جو گوشت نه واپرائجي. شراب نه پيئجي، ۽ زنا جي ويجهو به نه وڃجي، ڇوته قرآن حڪيم ۾ انهن بابت منع ٿيل آهي.

پر مارڪس انهن تمام اخلاقي اصولن کي متائي فنا ڪرڻ ٿو چاهي. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڪميونسٽ مفڪرن آڏو به اخلاقيات جو ڪو نظريو آهي يا نه. ان جو جواب اسان کي اينگلس ۽ لينن جي ڪتابن ۾ ملي ٿو. ان کي پڙهي پاڻ فيصلو ڪيو ته ڪميونسٽ حضرات وٽ اخلاقي اصولن جي ڪهڙي تعبير پيش ڪئي وڃي ٿي.

## ڪميونسٽ اخلاقيات ۽ اينگلس

ياد رهي ته اينگلس ڪميونسٽ پڌرنامي جو هڪ مصنف آهي. هو پنهنجي هڪ ٻئي ڪتاب "اينٽي دهرنگ" (Anti Duhring) ۾ اخلاقيات بابت بحث ڪري ٿو. هن جي نگاهه ۾ انفرادي يا قومي اخلاق جي ڪابه وقعت ڪانه آهي. پر اصل ۾ طبقاتي اخلاق تي مبني آهي.

اينگلس جي مٿين ڪتاب کي ڪميونسٽ حضرات وڏي اهميت ڏيندا آهن. 1962ع ۾ هن ڪتاب جي ايڊيشن ماسڪو مان شايع ٿي. اخلاقيات جي موضوع تي اينگلس پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "جڏهن اسين ڏسون ٿا ته نئين سوسائٽي جي ٽن طبقن يعني جاگيردارانه امير شاهي، بورجوا ۽ مزدورن مان هر هڪ کي پنهنجي طرز جي اخلاقيات آهي ته ان مان فقط اسين هي نتيجو ڪڍي سگهون ٿا ته شعوري يا غير شعوري طور تي آخري طرح ماڻهن جا اخلاقي خيالات اهڙن عملي تعلقات مان ٿين ٿا، جن تي سندن طبقاتي حيثيت جو بنياد آهي. يعني اقتصادي تعلقات مان جن تي انهن جي پيداوار ۽ تبادلي جو نظام مبني آهي. (ص 130، 131، ماسڪو 1962 ايڊيشن)

هي طبقاتي اخلاق جو تصور اسان جي اخلاقي تصورات جي بالڪل ابتڙ ۽ ضد آهي. صاف ظاهر آهي ته ڪميونزم ۾ انفرادي اخلاق ۽ سيرت جو نظريه منڍ کان وٺي موجود ئي نه آهي. قارئين کي خبر آهي ته ڪميونسٽ پڌرنامي جي اصولن کي روس ۾ انقلاب جي ذريعي لينن (Lenin) نافذ ڪيو هو. اچو ڏسون ته اخلاقيات جي متن بابت لينن جو چوڻ ڇا آهي؟ روس مان لينن جا "منتخب تصانيف" (Selected Works) ٽن جلدن ۾ انگريزي ۾ شايع ٿيا آهن. آخري جلد ۾ لينن جي هڪ تقرير ڏنل آهي جا

هن 2 آڪٽوبر 1920 تي نوجوان ڪميونسٽ ليگ جي آڏو ڪئي هئي. اخلاقيات جي موضوع تي ڳالهائيندي لينن جو ارشاد آهي ته "اسان ڪهڙي معنيٰ ۾ اخلاقيات کي رد ٿا ڪريون؟ ان معنيٰ ۾ جنهن نموني بورجوا طبقي ان جو نالو رکيو آهي. هن اخلاقي اصولن جو بنياد خدائي حڪمن تي رکيو آهي. البت هن نڪتي تي اسين چئون ٿا ته اسان خدا ۾ يقين ڪونه ٿا رکون ۽ اسين چڱي طرح ڄاڻون ٿا ته پادرين، زميندارن ۽ بورجوا طبقي خدا جو نالو پنهنجي مفادات ۽ استحصال جي ذريعن لاءِ استعمال ڪيو آهي." (سليڪٽڊ ورڪس، جلد ٽيون، صفحه 467، 468، 1967 ايڊيشن ماسڪو).

لينن اڳتي هلي چوي ٿو ته "اسين چئون ٿا ته اسان جي اخلاق جو ڍانچو سموري جو سمورو مزورن جي طبقاتي جدوجهد جي هيٺ آهي. اسان جو اخلاق مزورن جي طبقاتي جدوجهد جي مفاد مان جنم وٺي ٿو." (صفحه468)

مٿي ڪن ڪميونسٽ مفڪرين جي ڪتابن مان اخلاقي اصولن بابت حوالا نقل ڪيا ويا آهن. ان مان صاف ظاهر آهي ته ڪميونزم ۾ انفرادي اخلاق جو ڪوبه تصور موجود نه آهي. اسان کي اخلاقي اصول الله تعاليٰ ۽ هن جي نبي سڳوري ﷺ جي طرفان ڏنا ويا آهن. جنهن کي لينن رد ڪري ٿو. حضور ڪريم ﷺ جن ڄاڻايو آهي. جيئن سندن ارشاد مبارڪ آهي ته "بعثت لاتمم مڪارم الاخلاق" ڪميونسٽن وٽ انفرادي اخلاق جي ڪابه اهميت ۽ حيثيت ڪانه آهي. اهوئي سبب آهي جو سندن ذاتي اخلاق ڪريل ۽ اڻ وڻندڙ آهي. مارڪس جي متعلق مٿي عرض ڪيو ويو ته هڪ گهريلو نوڪرياڻي هيلن ڊيمٿ هن جي سريت هوندي هئي. جنهن جي پيٽ سان فريڊرڪ نالي هڪ حرامي پٽ ڄائو هو. مارڪس جي عشقيه شادي جيني سان ٿي هئي. ماسڪو مان سرڪاري طرح ڪارل مارڪس جي حياتي بابت هڪ ڪتاب انگريزي ۾ شايع ٿيو. ان ۾ هڪڙي هنڌ ڪارل مارڪس ۽ جيني (Jenny)جي باهمي تعلقات بابت مصنف لکي ٿو ته "ڪارل جيني کي پوڄيندو هو ۽ جيئن عاشقن جو شيوو هوندو آهي، مارڪس پنهنجي (عشقيه) جذبات جو اظهار شعر ۾ ڪيو هو."

Karl worshipped Jenny and, as lovers are wont to do, strove to express his feelings in verse (Karl Marx_ P_24 1973 Ed: Moscow).

### لينن جي عشقيہ زندگي

لينن جيتوڻيڪ روس جو هڪ وڏو انقلابي رهنما ٿي گذريو آهي، جنهن 1924ع ۾ وفات ڪئي هئي، پر هو ذاتي زندگي ۾ مارڪس وانگر ئي بداخلاق، حسن پرست ۽ عاشق مزاج هو. جيئن مارڪس جيني سان عشقيہ شادي ڪئي هئي. تيئن لينن بہ ڪرپسڪايا (Karapskaya) سان شادي ڪئي هئي، ان کان علاوه لينن پنهنجي عياشي لاءِ هڪ سريت بہ رکي هئي. مسٽر رابرٽ يعني (Payne) . لينن جي سوانح حيات بابت هڪ نهايت ئي جامع، عالمانہ ۽ محققانہ ڪتاب بعوان "لينن جي حياتي ۽ موت" (The life and death of Lenin) سال 1964ع ۾ لکيو هو. هن ڪتاب جي وڏي تعريف دنيا جي عالمن ۽ دانشورن ڪئي آهي. مثال طور مشهور فلاسفر پروفيسر برٽرانڊبرسل (Ressuel) لکي ٿو تہ "لينن بابت مسٽر پيني جو ڪتاب اثرائتو ۽ دلچسپ آهي. هي ڪتاب تعريف جوڳو آهي ۽ اميد تہ ڪافي ماڻهوان کي پڙهندا ۽ حظ حاصل ڪندا.

Mr. Panye's book on Lenin is an impressive work and as interesting as it is impressive. It is an admirable book and will, I hope find a large public.

مسٽر رابرٽ پيني پنهنجي مٿين ڪتاب ۾ هڪ عورت سان لينن جي عشق جو نهايت ئي دلچسپ عبرت انگيز احوال نقل ڪيو آهي. ان کي پڙهي انقلابي لينن جي ذاتي ڪردار تي روشني پوي ٿي. پيني لکي ٿو تہ "1910ع جي بهار جي موسم ۾ پئرس جي رهندڙ روسي ماڻهن کي هي ڏسي تعجب ٿيو تہ لينن جهڙي بااخلاق شخص کي هڪ اهڙي عورت جي صحبت ۾ ڏٺو ويو آهي جا هن جي زال نہ آهي. مائي صاحبہ جو نالو اليزبيٿ آرمانڊ

(Armand) هو. (صفحہ 237) هو وڏيڪ اسان کي ٻڌائي ٿو تہ هوءِ پاڻ کي انيسا (Inessa) جي نالي سان ڪوٺائيندي هئي ۽ لينن جي گهرواري ڪرپسڪايا (Karapskaya) کي انيسا سان پنهنجي (239) پيني جي الفاظ ۾ "ڪرپسڪايا لينن جي شادي شده زال رهي ۽ انيسا هن جي عارضي سريت هئي.

Krupskaya remained his wedded wife, Inesa his occasional mistres. (p. 239)

هينئر مان ڪميونسٽ اديبن کان هڪ سوال پڇڻ جي جسارت ڪريان ٿو تہ هو پنهنجن افسانن ۽ ناولن ۾ سنڌ جي ميرن، پيرن، وڏيرن تي ان سڌي طرح تنقيد ڪندي لکندا آهن تہ هو سريتون رکن ٿا ۽ نوجوان ڇوڪرين سان شادي ڪن ٿا. بيشڪ سريت رکڻ اسان جي دين ۾ حرام آهي. پر ان لاءِ اوهان کي نڪتہ چيني ڪرڻ جو ڪو حق ڪونہ ٿو پهچي. مهرباني ڪري پنهنجن ڪميونسٽ ليڊرن تي نظر ڪيو جن سريتون رکيون هيون. جيئن اوهان مٿي مارڪس ۽ لينن جي داستانن ۾ پڙهي آيا آهيو.

جيڪڏهن وڏيرا نوجوان ڇوڪرين سان شادي ڪن ٿا تہ ان ساڳي گناهہ جا مرتڪب ڪميونسٽ ليڊر پڻ آهن، پوءِ انهن جي خلاف اوهان جو قلم ڇو خاموش آهي؟ مثال طور اسٽالين (Stalin) روس جو مشهور ليڊر هو جيڪو لڳاتار 29 (اڻٽيهہ) سالن تائين ڪميونسٽ روس جو وزيراعظم ٿي رهيو آهي. اسٽالين جي لاڏلي ڌيءَ سويتلانا (Svetlana) 1967ع ۾ روس مان ڳجهي طرح نڪري وڃي آمريڪا ۾ پناهہ ورتي هئي. سويتلانا پنهنجي ڪتاب "هڪ دوست ڏانهن ويهہ خط" (20 letters to a friend) ۾ لکي ٿي تہ "اسان جي ڪٽنب ۾ هڪ مشهور قصو مروج هو تہ جواني ۾ منهنجي پيءُ (اسٽالين) منهنجي ماءُ کي هڪ دفعي ٻڏي وڃڻ کان بچايو هو. هي واقعو باڪو شهر ۾ ان وقت پيش آيو. جڏهن منهنجي ماءُ ٻن سالن جي

عمر جي هئي. هوءَ ڪناري تي کيڏي پئي ته پاڻي ۾ ڪري پئي هئي. ڇيو وڃي ٿو ته منهنجو پيءُ سندس پويان ٽپو ڏئي هن کي هٿ ڪري ٻڏڻ کان بچائي وڌائين. ڪيترن ئي سالن کان پوءِ منهنجي ماءُ ورِي منهنجي والد سان ملاقات ڪئي هئي. ان وقت هوءَ سورهن سالن جي اسڪولي ڇوڪري هئي ۽ منهنجو پيءُ اسان جي فيملي جو پراڻو دوست اٺٽيهه سالن جو جهونو انقلابي هو جو تازو سائيبيريا ۾ جلاوطني جا ڏينهن ڪاٽي واپس آيو هو."
(ص- 48، 49. پينگوئين بوڪس لنڊن. 1968ع ايڊيشن)

مٿيون حوالو پڙهي اندازو لڳايو ته اسٽالين ۽ سندس زال جي عمرين جي وچ ۾ ڪيڏو نه تفاوت هو. سوتيلانا وڏيڪ ٻڌائي ٿي ته سندس والده ناديا (Nadeha) نهايت حسين مهه جبين ۽ پريزادي هئي. ۽ مٿين ملاقات کان پوءِ ٻن سالن اندر ٻنهي جي شادي ٿي وئي. ان وقت اسٽالين جي عمر چاليهه سال هئي ۽ منهنجي ماءُ ارڙهن سالن جي هئي.

هاڻي ڪميونسٽ حضرات ياڻ فيصلو ڪن ته وڏيرن وانگر سنڌن ليڊرن جا به اهي ساڳيا پرڪار آهن يا نه؟ مون هنن جي لکيل افسانن ۾ پڙهيو ته سنڌ جا وڏا ماڻهو پنهنجن عورتن کي مضبوط ڪوٺن ۾ بند ڪري وڏو ظلم ڪن ٿا. اسان جو دين هر قسم جي ظلم جي مذمت ڪري ٿو پر ڪميونسٽوءَ اوهان سچ کي تري جي هيٺان ڪيترو لڪائيندؤ. سنڌ جي وڏن ماڻهن کان اڳ ۾ پنهنجن ڪامريڊن جي خبر وٺو. اسٽالين جي زال ناديا هڪ نهايت ئي پڙهيل ڳڙهيل ۽ مهذب ڇوڪري هئي. سويٽلانا لکي ٿي ته: "1932ع ۾روسي انقلاب جي پندرهين سالگرهه جي موقعي تي منهنجي والد ۽ منهنجي ماءُ جي وچ ۾ هڪ ضيافت ۾ تلخ ڪلامي ٿي. منهنجي ماءُ کي ايترو ته صدمو رسيو جو هوءَ پري محفل مان اٿي وئي. رات جو سمهڻ وقت هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي ۽ پاڻ کي پستول سان ماري پنهنجو انت آندائين. هي پستول سندس ڀاءُ پاويل جرمني جي شهر برلن مان آندو هو تڪاءَ تي نوڪر چاڪر جاڳيا. ڇا ڏسن ته پستول هن جي هٿ ۾ آهي، پر ناديا اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي وئي."

Nadya is no longer with us.

ڇا ان کان وڌيڪ عورتن تي ٿيو ڪو ظلم ٿي سگهي ٿو. عورتن جي معاملي ۾ سنڌ جي وڏيرن کان ڪميونسٽ وڌيڪ ظالم آهن. جنهن لاءِ مٿيون مثال ڪافي آهي. اولاد سڀ ڪنهن کي پيارو هوندو آهي. فقط نانگ ئي پنهنجي بچن کي کائيندو آهن. پر رومي آمر اسٽالن کي پنهنجي پٽ يا ڪوف (Yakov) جي خودڪشي واري ڪوشش تي به رحم ڪونه آيو.

هن واقعي بابت اسٽالين جي ڌيءَ سويٽلانا پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿي ته: "منهنجي ماءُ کي سخت صدمو رسيو جڏهن 1928ع يا 1929ع ۾ منهنجي ڀاءُ ياڪوف اسان جي پيءُ جي روش خلاف نا اميد ٿي خودڪشي جي ڪوشش ڪئي هئي. ياڪوف اسان جي ڪريملن ۾ بورچي خاني اندر داخل ٿيو ۽ پاڻ کي شوٽ ڪيائين. پر خوش قسمتي سان هو گولي پار ٿيڻ جي باوجود فقط ڦٽجي پيو هو. منهنجي پيءُ پنهنجي پٽ جي خودڪشي واري خبر ٻڌي ان تي طنز ڪندي چيو ته "اڙي هو پاڻ کي سڌو به چٽي نه سگهيو" پر منهنجي ماءُ هن واقعي تي بدحواس ۽ هيبت زده ٿي وئي. منهنجي ڀاءُ جي شوٽ ڪرڻ واري معاملي امان جي دل تي گهرو اثر ڇڏيو ۽ بعد ۾ سندس خودڪشي وارو واقعو منهنجي ڀاءُ جي طرفان خودڪشي واري قصي جو پڙاڏو ٿي سگهي ٿو." (ص_93)

اندازو لڳايو پنهنجي پٽ بابت اسٽالين جو رويو ڪيڏو نه ظالمانه هو. اڃا به دعوي ٿا ڪن ته اسان ڪميونسٽ انسانيت جا علمبدار آهيون. جيڪڏهن اوهان جي انسانيت جو اهو تصور آهي ته اسين ان تي لعنت ٿا ڪيون.

## ڪميونسٽ پڌرنامو ۽ عيسائي سوشلزم

مارڪس ۽ اينگلس پنهنجي هن جڳ مشهور تصنيف ۾ عيسائي سوشلزم بابت بحث ڪندي لکن ٿا ته "عيسائي سوشلزم ۽ جاگيرداري سوشلزم جو هڪ ٻئي سان اهڙو تعلق آهي، جهڙو پادري ۽ زميندار ۾.

عيسائين جي رهبانيت کي سوشلزم جو جامو پهرائڻ کان زياده ٻيو ڪو ڪم سولو نہ آهي: ڇا عيسائيت بہ ذاتي ملڪيت، شادي ۽ رياست جي خلاف فتوي نہ ڏني هئي. ڇا هن بہ ان جي جاءِ تي چڱا ڪم ۽ فقر، ڇڙو رهڻ ۽ نفس ڪشي، رهباني زندگي ۽ ڪليسا جي تلقين نہ ڪئي هئي؟ عيسائي سوشلزم اهو مقدس پاڻي آهي، جنهن جي ڇنڊڻ سان پادري اميرن جي دلين جي گرمائش کي آرام پهچائي ٿو."

As the parson has ever gone hand in hand with the land lord, so has Clerical Socialism with feudal socialism. Nothing is easier than to give chyrstian asceticism a socialist Tinge Has not Christianity declaimed against private propε rty, against marriage, against the state. Has it not preached in the place of these, charity and poverty, celibacy and mortification of the flesh, monastic life and mother church? Christian Socialism is but the holy water with which the priest consecrates the heart burnings of the aristocrat. (P.79, 80)

ياد رهي تہ اڻويهين صدي جي شروعات ۾ جڏهن سوشلزم جي نظريہ کي مقبول بنائڻ لاءِ وسيع لٽريچر شايع ٿي مارڪيٽ ۾ پهچي ويو تہ پادري حضرات مرعوب ۽ بدحواس ٿي ويا، هنن هڪدم چوڻ شروع ڪيو تہ سوشلزم ۽ عيسائيت جي وچ ۾ ڪو جوهري فرق موجود نہ آهي ۽ اهڙي طرح سان هنن ڪرسچن سوشلزم جو اصطلاح گهڙيو هو. مثال طور اڻويهين صدي جي مشهور جرمن پادري ٽاٽ (Tott) صاحب "سوشلزم جا بنيادي اصول."

(Basic principles of Socialism) نالي هڪ مشهور ڪتاب لکيو هو جنهن ۾ هن ڇاٽايو تہ مقدس انجيل مارڪس جي ڪتاب "داس ڪئپيٽال جي خلاف نہ آهي." ۾ مارڪس مٿي عيسائي برانڊ سوشلزم کي

رد ڪندي ان کي جاگيردارانہ سوشلزم سان مشابهت ڏي ٿو. ۽ چوي ٿو تہ پادري حضرات هميشہ امير طبقي جا ايجنٽ رهيا آهن.

چون ٿا تہ تاريخ پنهنجو پاڻ کي ڌهرائيندي آهي. سو ساڳي طرح جڏهن ويهين صدي جي شروعات ۾ هندستان ۾ سوشلزم جو پرچار تيز لڳو تہ هتان جي ڪن نادان مولوي حضرات بہ اسلامي سوشلزم جو نعرو هنيو هو. مثال طور مولوي برڪت الله ۽ مولانا حسرت موهانيؒ وغيره. مولانا حسرت پنهنجي هڪ شعر ۾ فرمائي ٿو تہ:

"درویشی اور انقلاب ہے مسلک میرا
صوفی مومن ہوں اشتراکی مسلم"

سوشلزم کي اسلام سان مشرف ڪرڻ ۾ سيني مولوين کان مولانا عبيدالله سنڌي مرحوم گوءِ کٽي ويو هو. 1922ع ۾ روس هليو ويو هو ۽ اتان جي مشاهدي هن جي ذهن ۾ نمايان تبديلي آندي. واپس اچڻ شرط هن هندستان ۾ "انقلاب. انقلاب" جا نعرا هنيا ۽ ان نموني روس جي لاديني نظام جي تعريف هڪ شرعي مولوي صاحب جي واتان ٻڌي ڪيترن کي اچرج وٺي ويو.

(واضح هجي تہ هتي ٻڪتي صاحب مولانا سنڌي جي سوشلزم بابت خيالن جو تفصيل سان جائزو ورتو آکهي پر ڪن پاليسي سببن جي ڪري اهو حصو اسين حذف ڪريون ٿا.) (ادارو)

مرحوم پروفيسر محمد سرور صاحب مولانا عبيدالله سنڌي جو هڪ پيارو شاگرد ۽ هن جي فڪر جو وڏو مبلغ هو. سرور صاحب مولانا سنڌي جي اردوءَ ۾ سوانح حيات کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. هو پنهنجي هڪ ڪتاب "افادات و ملفوظات. حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحہ" ۾ سوشلزم ۽ ڪميونزم بابت مولانا عبيدالله جا رمارڪ هن طرح نقل ڪري ٿو تہ: "میرے نزدیک سوشلزم یا کیمونزم زندگی کی بنیادی ضرورتوں کا ایک ریاستی نظام ہے، انسانی زندگی میں یہ منزل ضروری ہے، جس طرح تعلیم اور تعلیمی تربیت کی اساس علم ہونا

چاہیے، اس طرح آج انسانی اجتماعیت سوشلزم کے بغیر منظم نہیں ہو سکتی۔ جو شخص سوشلزم کا انکار کرتا ہے، وہ میرے فکر سے استفادہ نہیں کر سکتا۔ میں تو یہ کہوں گا کہ سوشلزم کا انکار کرنے والا مجھ سے نہیں۔" (ڏسو مذکوره ڪتاب صفحه 192. شايع شده سنڌ ساگر اڪيڊمي لاهور 1972 ايڊيشن)

مولانا مرحوم هن دنيا ۾ موجود نہ آهي. ورنہ هو جي خدمت ۾ شخصي طرح حاضر رهي، گذارش ڪجي ها تہ قبلا سائين! اوهان کي سوشلزم جي فلسفہ بابت ڄاڻ ناهي، مارڪس مٿي جو ڪجهہ عيسائي سوشلزم لاءِ لکيو آهي، ساڳي ڳالهہ هو اسلامي سوشلزم، جين سوشلزم يا هندو سوشلزم لاءِ بہ چوي ٿو.

ڪميونسٽ پڌرنامي جي اصولن جي حمايتي مولاناعبيدالله جو معاملو هينئر خدا جي سپرد ٿيل آهي. پر مارچ 1981ع ۾ اسلام آباد ۾ هجري ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي. اتي منهنجي ملاقات هندستان جي مشهور عالم دين ۽ علي ڳڙهہ يونيورسٽي ۾ شعبہ دينيات جي سابق پروفيسر مولانا سعيد احمد اڪبر آبادي سان اسيمبلي هال ۾ ٿي هئي، مون هن موقعي کي غنيمت سمجهي، مولانا جي فڪر مان فيض حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، مولانا عبيدالله سنڌي جي خيالات ۽ نظريات تي مرحوم مولانا مسعود عالم ندوي جو ڪتاب منهنجو پڙهيل هو. هن ڪتاب جو پيش لفظ خود علامہ سيد سليمان ندوي جو تحرير ٿيل آهي.

پروفيسر سعيد احمد اڪبر آبادي مولانا سنڌي جي دفاع ۾ "مولانا عبيدالله اور ان کے ناقد" نالي هڪ ڪتاب لکيو هو. مون سوشلزم بابت مولوي عبيدالله جي نظرين تي بحث جو آغاز ڪيو. سوشلزم جي باني ڪارل مارڪس جي ڪميونسٽ پڌرنامي جا ڪي حوالا عرض رکيم، مون مولانا اڪبر آبادي جي خدمت ۾ گذارش ڪئي تہ ڇا ڪو ديندار شخص مارڪس جي اهڙن خيالات جي تائيد ڪري سگهي ٿو؟ تنهن تي پروفيسر

سعيد احمد وراڻيو تہ "اوهان صحيح ٿا فرمايو. هن سلسلي ۾ مولوي عبيدالله سنڌي کان غلطي ٿي وئي. خدا کيس بخشي." مولانا موصوف ديوبند ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ شيخ الحديث مولانا انور شاهہ ڪشميري جو شاگرد ۽ صدر ضياء الحق جو استاد هو."

تقريباً ساڳي وقت يورپ جي چوٽي جي دانشور فلسفي ۽ لادين مفڪر پروفيسر برٽرانڊرسل (Russel) بہ روس جو سفر ڪيو هو. موٽڻ بعد هن روس ۾سوشلسٽ نظام تي سخت تنقيد ڪئي هئي، جا اڄ بہ ڪتابي شڪل ۾ دستياب آهي.

روسي نظام کان رسل ايڏو تہ بيزار ۽ خائف هو جو هن پنهنجن ڪيترن ئي ڪتابن ۾ ڪميونزم کي انسان دشمن نظام ڪوٺيو. مثال طور رسل پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ روسي سفر جو ذڪر ڪندي پنهنجا تاثرات هيٺين طرح پيش ڪري ٿو تہ "مون جيڪو وقت روس ۾ گذاريو اهڙو وقت لڳاتار وڏندڙ ۽ هڪ ڀوائتو خواب هو. جيڪو سچ سمجهيم، سو مون هڪ ڪتاب ذريعي پڌرو ڪيو آهي. پر مان روس جي قيام دوران پنهنجي مٿان ڇانيل انتهائي دهشت ۽ خوف جو اظهار اڃ ڪڏهن بہ ڪونہ ڪيو آهي. اتي اسان ظلم، غريبي، شڪ گمان ۽ تشدد جي هوا جو ساهہ کنيوسين."

For my part, the time I spent in Russia was one of continually night mare. I have said in print what, on refelection appeared to be truth but, I have not expressed, the sense of utter horror which over whelmed me while I was there. Cruelty, poverty, suspicion, persecution formed the very air we breathed. (Bertrand Russel Autobiography, P_333, Paper Backs London.)

مٿي پروفيسر برٽرانڊرسل جنهن پنهنجي ڪتاب جو حوالو ڏنو آهي، ان جو نالو:

(The Practice and theory of Bolshevism) آهي جو پهريون دفعو 1920ع ۾ شايع ٿيو هو. يعني مولوي عبيدالله سنڌي جي روس وڃڻ کان محض هڪ سال اڳ. هن ڪتاب ۾ ڪميونزم جي نظام بابت رسل جي پيشنگوئي ملاحظ ڪيو لکي ٿو ته "جيڪڏهن بالشويڪ (ڪميونسٽ) اقتدار ۾ رهيا ته ڪافي انديشو آهي ته سندن ڪميونزم زايل ٿي ويندو ۽ اهي ڪافي حد تائين ٻئي ڪنهن ايشيائي ملڪ سان مشابهت ڪندا. مثال طور هندستان ۾ اسان جي پنهنجي حڪومت جي."

If the Bolsheviks remain in power it is much to be feared that their communism will fade, and that they will increasingly resemble any other Asiatic country, for example our own government in India (P. 32 London, 1954 Edition)

تاريخ شاهدي ڏي ٿي ته روسي ڪميونزم بابت اڄ کان ٽيهٺ سال اڳ رسل جي ڪيل پيشنگوئي سؤ في صدي درست ثابت ٿي. ڪميونسٽ اڄان تائين اقتدار ۾ آهن. سندن ڪميونزم جون ٽڪريون ٿي ويون. انهن جو مثال رسل جي الفاظ ۾ "هندستان ۾ انگريزن جي حڪومت جيان آهي" يعني سامراجي ملڪ جي. روس هڪ سامراجي ملڪ آهي. جنهن جو تازو مثال افغانستان تي هن جو قبضو هو.

قدرت خدا جي. هڪ منڪرِ خدا فلسفي برٽر انبرسل روس گهمڻ بعد سوشلزم يا ڪميونزم جي نظام جو ڪٽر مخالف بڻجي ويو پر تقريباً ساڳي سال مولانا عبيدالله سنڌي جهڙو عالم دين روس جي دوري بعد ڪميونزم جهڙي ظالمانہ نظام جو مداح بڻجي ويو.

## خيالي سوشلزم ۽ سائنسي سوشلزم:

ياد رهي ته سوشلزم يا ڪميونزم جو نظريہ مارڪس (پيدائش 1817 وفات 1883) کان اڳ بہ مفڪرن جهڙوڪ برطانيہ جي رابرٽ اووين

(Owen)، فرانس جي فورئي (Fourier پيدائش 1772ع وفات 1837)، ۽ سائمن (Simon) (پيدائش 1770ع وفات 1825) به پيش ڪيو هو. يورپ ۾ پهريون دفعو "سوشلزم" جو لفظ ڪڏهن استعمال ٿيڻ لڳو ان جي تاريخي ارتقا ڪيئن ٿي؟ هن سوال جي جواب لاءِ پروفيسر سي- جي- ڊي- ايچ ڪول (Cole) جو ڪتاب "سوشلسٽ فڪر جي تاريخ."

(History of Socialist Thought)

۾ بهترين علمي سروي ڏنل آهي. هي ڪتاب ٽن جلدن ۾ 1953ع ۾ شايع ٿيو هو. پهريون دفعو سوشلزم جو لفظ 1827ع ۾ هڪ رسالي ڪو آپريٽو (Cooperative) ۾ رابرٽ اووين استعمال ڪيو هو. هن جو چوڻ هو ته "اڄ ڪلهه اسان وٽ بحث مباحثه ٿين ٿا ته دولت انفرادي هجي يا اجتماعي، فائدو ڪهڙي طريقه ڪار ۾ آهي. هن سلسلي ۾ سوشلسٽ يا ڪميونسٽ حضرات به آهن، جن جو چوڻ آهي ته اها (دولت) سڀني جي عام هٿن ۾ هجي."

جيڪڏهن سوشلزم جي جنم جو سال مقرر ڪجي ته اهو 1821 ۽ 1822ع ڌاران ملندو. انهيءَ عرصي ۾ سوشلزم جي موضوع تي ٽي ڪتاب لکيا ويا هئا ۽ بعد ۾ انهن ڪتابن جي مصنفن کي سوشلزم جو باني ڪوٺجي ٿو. انهن ڪتابن مان پهريون ڪتاب:

(Report to the country of Lanark)

آهي جنهن ۾ چٽا پيٽي سسٽم تي سخت تنقيد ٿيل آهي ۽ ليبر نظريه قدر (Labour theory of value) جي ان ۾ وضاحت ۽ تشريح ملي ٿي. هن ئي نظريه مان بعد ۾ مارڪس ۽ فرانس جي مشهور سوشلسٽ مفڪر پروڌا (Prodhun) استفاده ڪيو هو.

(2) ٻيو ڪتاب "فوري صاحب فرينچ ٻولي ۾ لکيو هو. جنهن جو نالو (Traite association) آهي. اووين وانگر فوري کي به سرمايه داران سسٽم جون برايون ڏسڻ ۾ آيون هيون. هن ڪي سوشلسٽ نو آباديون بڻايون

هيون، هنن کي فلانستر (Phalansteres) سڏيندا هئا. فوريءَ پنهنجي هڪ خيالي ڳوٺاڻي آبادي لاءِ هڪ هزار ڇهه سؤ ماڻهن (مرد، عورتون ۽ ٻار) پنج هزار ايڪڙ زمين جو بندوبست ڪيو هو. پر هن جي هن "فلانستر" اسڪيم مان ڪنهن به فائدو ڪونه ورتو. پر فوريءَ جي وفات کان پوءِ آمريڪا، اسپين ۽ روس مان ڪي ٿورا سوشلسٽ سندس اسڪيم کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري پيا.

(3) ٽيون ڪتاب به هڪ فرينچ سوشلسٽ سين سائمون لکيو هو. ان جو نالو آهي (Lesysteme Industrial) حقيقت ۾ سائمن، اووين ۽ فوري ٽنهي کان وڏي عمر جو هو ۽ انهن جي ڀيٽ ۾ ڪيس مزور طبقي سان ڪوبه رابطو ڪونه هوندو هو. سائمن لاءِ مؤرخين لکيو آهي ته هو پراڻي حڪومت جي امير طبقي سان تعلق رکندو هو. پر هڪ ذهين شخص جي حيثيت ۾ هن ڏٺو ته پراڻا حاڪم گهراڻا ختم ٿي چڪا آهن ۽ مستقبل جو هينئر دارومدار ڪارخانه دارن جي هٿ ۾ آهي. هن ڪارخانه دار ڪلاس آجر ۽ مستاجرن کي ڪوٺ ڏني ته اوهان منظم پيداوار جا سائنسي طريقا اختيار ڪيو. سائمن انهن طبقن جي درميان ڪوبه تضاد محسوس نه ڪيو. جڏهن هن ان ڳالهه تي زور ڏنو ته سوسائٽي کي غريبن جي بهبودي ۽ خوشحالي لاءِ وقف ۽ منظم ڪجي. سنه 1850ع ۾ سائمن جي پوئلڳن خاص طور تي انفانتي (Enfantin) بازر (Bazars) ۽ ليرو (Leroux) موروثي ۽ ناجائز دولت جي خلاف آواز اٿاري تهلڪو مچائي ڇڏيو.

برطانيه ان وقت صنعتي انقلاب مان لنگهي رهيو هو ۽ توقع مطابق هن ملڪ کي سوشلزم جي جنم ڀومي قرار ڏجي ها. ڪارخانه به برطانيه ۾ کليا هئا. پر ان جي برعڪس سوشلزم جي جنم ڀومي فرانس آهي، جتي نالي ماتر به صنعتي انقلاب وجود ڪونه ورتو هو. ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ مٿين مفڪرن کي خيالي سوشلسٽ (Utopian) جي لقب سان سڏيو ويو آهي ٿو. ان لاءِ مارڪس ۽ اينگلس لکن ٿا ته "طبقاتي جدوجهد جي غير ترقي يافته

صورت ۾ پوءِ سندس پنهنجي حالات زندگي جو نتيجو هي نڪري ٿو تہ هن قسم جا سوشلسٽ پنهنجو پاڻ کي سڀني طبقاتي اختلافن کان تمام مٿي سمجهڻ لڳن ٿا. هو سماج جي فرد جي حالتن کي سڌارڻ گهرن ٿا، انهن جي بہ جن کي دنيا جي هر نعمت حاصل آهي. ان ڪري عام طور تي ڪنهن طبقي جو خيال نہ رکندي پوري سماج کي اپيل ڪن ٿا. نہ فقط ايترو پر هو حاڪم طبقي کي اپيل ڪرڻ وڌيڪ چڱو سمجهن ٿا. هنن جو خيال هو تہ هڪ دفعي سندن نظام کي سمجهڻ کان پوءِ ڪيئن ڪو شخص انڪار ڪري سگهي ٿو تہ سماج جي چڱي ۾ چڱي حالت جو سٺي ۾ سٺو خاڪو هي نہ آهي."

ان ڪري هو سڀني سياسي، خاص طرح انقلابي عمل کي رد ڪن ٿا. هو پرامن طريقن سان پنهنجا مقصد پورا ڪرڻ گهرن ٿا ۽ ڪوشش ٿا ڪن تہ ننڍا ننڍا تجربا ڪري جن جو انجام ناڪامي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿيندو ۽ مثال قائم ڪري پنهنجي سماجي پيغام جو رستو صاف ڪن.

ايندڙ سماج جون هي خيالي تصويرون اهڙي وقت ڪڍيون ويون هيون جڏهن تہ پرولتاريہ اڃا تمام پوئين حالت ۾ هئي، ۽ خود هن جي پنهنجي ذهن ۾ پنهنجي حقيقت متعلق بي بنياد خيال پريل هئا. ان جو تعلق پرولتاريہ جي هن شروعاتي احساس سان هو جو هن جي دل ۾ پوري سماج لاءِ مندي کان تعمير ڪرڻ لاءِ پيدا ٿي رهيو آهي. (صہ 19)

ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ سابق سوشلسٽن جهڙوڪ سين سائمن، رابرٽ اووين ۽ فوري طرفان پيش ڪيل سوشلزم کي خيالي سوشلزم (يوٽوپين) جو نالو ڏنو ويو آهي. ان جو تفصيل اوهان مٿي پڙهي آيا آهيو. اينگلس پنهنجي هڪ عليحده مضمون ۾ خيالي ۽ سائنسي سوشلزم تي بحث ڪيو آهي، جيڪو "ڪارل مارڪس فريڊرڪ اينگلس، جون منتخب تصنيفات

جو حصو ٽيون." (Karl.Marc and Frederic_ vol3) ۾ بعنوان "سوشلزم خيالي ۽ سائنسي." (Socialism, utopian and scientific)

جي عنوان سان شايع ٿيو آهي. هي ڪتاب ماسڪو مان ڇپيو هو ۽ مون وٽ ان جي ٻي ايڊيشن (1973ع) موجود آهي. اينگلس هن بابت لکي ٿو تہ "مارڪس اسان کي ٻہ عظيم نظريا يعني تاريخ جو مادي نظريو ۽ ٻيو قدر زائد جي معرفت سرمايہ دارانہ پيداوار جو مخفي طريقہ ڪار ڏنا آهن. انهن انڪشافات کان پوءِ سوشلزم سائنس جي شڪل اختيار ڪئي. ان بعد ٻي ڳالهہ هئي تہ ان جا سڀ تفصيل ۽ متعلقہ معاملات جمع ڪرڻ."

These two great discoveries, the materialistic conception of history, and the revelation of secret capitalist production through surplus value, we owe to Marx. With these discoveries Socialism became a science. The next thing was to work out all its details and relation. (P. 133)

## تاريخ جو مادي تصور ۽ قدر زائد جو نظريہ

مٿي اينگلس جا الفاظ نقل ڪيا ويا آهن. جنهن ۾ هن دعوي ڪئي آهي تہ "تاريخ جي مادي تصور ۽ قدر زائد جهڙن نظرين جي انڪشاف سان مارڪس سوشلزم کي هڪ سائنس جي شڪل ڏني. ٻين لفظن ۾ گويا تاريخيماديت ۽ قدر زائد جا نظريہ تاريخي صداقتون آهن. مارڪس ۽ اينگلس تاريخ مان فيض تہ بيشڪ حاصل ڪيو هو پر هنن جو شمار تاريخدانن ۾ هرگز نہ آهي. ابن خلدون، گبن ۽ ٽوئنبي مشرق ومغرب جا وڏا مؤرخ ٿي گذريا آهن. هنن تاريخ جي علم تي وڏيون ڪوجنائون ڪيون آهن. پر ڪنهن بہ ائين ڪونہ لکيو آهي تہ "سڄو تاريخي عمل معاشيات تي مبني آهي. "تاريخي ماديت يعني تاريخ جي اقتصادي تعبير وارو فلسفو فقط

مارڪس جو پيش ڪيل آهي. مون ابتدا ۾ عرض ڪيو هو تہ مارڪس جي مادي تصور اختيار ڪرڻ ۽ قبولڻ سان تاريخ ۾ انبياء جي هلايل تحريڪ بابت بہ اهين سمجهيو ويندو تہ ان جو مکيہ سبب بہ معاشيات يا اقتصاديات آهي. جا ڳالهہ بالڪل ڪوڙي، لغو بي بنياد ۽ بڪواس آهي.

اسان جي پنهنجي پاڙيسيري ملڪ ايران ۾ اسلامي نظام جي قيام لاءِ امام خميني جي قيادت ۾ هڪ وڏي تحريڪ برپا ٿي، جنهن هزارها سالن جي بادشاهت جو خاتمو آندو. ايران جي انقلاب جي مارڪسي توجيهہ تاريخي ماديت جي اصولن مطابق معاشيات ٿيندي، حالانڪ خود انقلاب جي باني امام خميني پنهنجي آندل انقلاب جو واحد مقصد اسلامي حڪومت جو قيام ڄاڻايو آهي.ملاحظہ ٿئي، انگريزي ۾ امام خميني جي تقريرن، تصنيفن ۽ اعلانات بابت ڊاڪٽرحامدالگر(Algar)جولکيل ڪتاب (Declaration and speeches of Ayatollah Khomeni, New york 1982 E D)

مٿي مون هڪ روسي ڪتاب جي حوالي سان لکيو آهي تہ "تاريخي ماديت درحقيقت سماج ۽ سماجي زندگي، سماج ۽ ان جي تاريخ بابت جدلياتي ماديت جي اصولن جي اطلاق جو نالو آهي. ان ڪري لازم آهي تہ ڪجهہ جدلياتي ماديت بابت بہ معروضات پيش ڪجن.

### جدلياتي ماديت ۽ ان جي تشريح:

اڳ ٻڌايو ويو آهي تہ جدلياتي ماديت جو تصور فلسفي جي ميدان ۾ جرمني جي مشهور فلاسفر مصنف ۽ دانشور هيگل (Hegel) ڏنو هو. هيگل جي شخصيت بابت اسين پروفيسرولڊ يورنٽ جي ڪتاب فلسفي جو داستان (The story of philosophy) مان احوال نقل ڪريون ٿا. ۽ هن جي فلسفي جي تشريح بہ ڪندس. ولڊ يورنٽ پنهنجي مٿين ڪتاب ۾ "هيگل تي هڪ نوٽ" جي عنوان تحت لکي ٿو تہ "جارج ولهيلم فريڊرڪ هيگل، اسٽوٽ گراٽ منجهہ سنہ 1770ع ۾ ڄائو هو. هيگل جو پيءُ، ماليات

جي ڪاتي ۾ وور ٽمبرگ رياست ۾ هڪ ننڍڙو ملازم هو. هيگل جي پنهنجي نشونما ٻه اهڙن سرڪاري ملازمن ۾ ٿي هئي جن جرمن شهرن جا وڏا منتظم پيدا ڪيا آهن. نوجواني ۾ هو هڪ اڻ ٿڪ ۽ محنتي شاگرد هو. ايتري قدر جو هو سڀ اهو ڪتاب پڙهي، انهن جو تجزيه ڪري ۽ منجهائن ڊگهيون عبارتون نقل ڪندو هو. يوناني لٽريچر پڙهڻ ڪري هو سندن تهذيب جو پرستار مرندي گهڙي تائين رهيو. چوندو هو ته "يونان جي نالي ۾ هڪ جرمن ائين ٿو محسوس ڪري جڻڪ هو پنهنجي گهر ۾ ويٺو آهي. يورپ کي مذهب مشرق مان مليو پر سائنس ۽ آرٽ، جي زندگي کي سونهن بخشين ٿا. يورپ ۾ تن جي پهچ جو ذريعو يونان آهي" هيگل، اسٽراس ۽ رينان کان اڳ ۾ حضرت عيسيٰ مسيح جي سوانح حيات بابت هڪڙو ڪتاب لکيو هو جو هن بعد ۾ ڦاڙي نابود ڪري ڇڏيو هو.

هيگل سال 1793ع ۾ ٽوبنجن يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪئي ۽ گڏوگڏ سندس علم ۽ چال چلت لاءِ کيس هيٺيون سرٽيفڪيٽ مليو. "هيگل سٺن اخلاقن وارو شخص آهي. کيس مذهبيات توڙي لسانيات تي سٺو عبور آهي پر فلسفه جي ميدان ۾ هن کي ڪا صلاحيت ڪانه آهي" ليڪن بعد ۾ هن پنهنجي ذاتي ذهانت، مطالعه ۽ محنت جي ڪري فلسفيانه علم ۾ وڏو نالو ڪڍيو ۽ پوري دنيا ۾ پنهنجو ڌاڪو ڄمايائين. گريجوئيشن پاس ڪرڻ وقت هيگل ڏاڍو غريب، سچو ۽ مفلوڪ الحال هو. ان ڪري برن ۽ فرئنڪ فرٽ شهرن ۾ شاگردن کي ٽيوشن پڙهائي پنهنجو گذران ۽ پيٽ قوت ڪندو هو. سنه 1793ع ۾ هيگل جو پيءُ مري ويو ۽ ان سان گڏوگڏ يورپ جي هن عظيم فلاسفر جا ڏکيا ۽ غريبي جا ڏينهن به پنهنجي اختتام تي پهتا. هيگل جو پيءُ پندرهن سؤ ڊالر ڇڏي ويو جنهن جو هو مالڪ بڻجي ويو. اقتصادي حالت سڌرڻ بعد هيگل پڙهائڻ جو ڌنڌو ترڪ ڪيو ۽ پنهنجي دوست فلسفي شيلنگ جي مشوري تي "جينا" شهر ۾ رهڻ لڳو جتي سندس همعصر جهڙوڪ فشس، شيلنگ ۽ شلر پنهنجن فلسفيانه بيانن ۽ مضمونن جي تشريح ۽ تبليغ ۾ مشغول رهيا. "جينا" شهر ۾ هيگل 1801ع ۾ پهتو ۽ سال 1803ع ۾ اتي يونيورسٽي ۾ استاد مقرر ٿيو هو. سال 1806ع ۾ "جينا" شهر تي نيپولين بونا پارٽ جي فوجن قبضو ڪيو هو

جنھن ڪري ھو فوجي حملي کان مجبور ٿي ھيگل جينا شھر مان ڀڳو.
ساٿس پنھنجي ھڪ لکيل ڪتاب (The phenomenology of spirit)
جو مسودو بہ ھو. ھن لڏ پلاڻ جي انقلاب کان پوءِ ھيگل ٻيھر غريب ۽ محتاج
ٿي پيو. ايتري قدر جو جرمني جي شاعر گوئٽي، نيبل کي لکيو تہ "مسڪين
ھيگل جي سار سنڀار لھجانءِ کيس ڪي پئسا بہ اڌارا ڏجانءِ جيئن ھو
پنھنجو پيٽ پالي. غريبي جي حالت ھيگل کي ايترو تہ متاثر ڪيو ھو جو
ھن نيبل کي ھڪ خط ۾ لکي پنھنجي اندر جو احوال ھن طرح اوريو تہ "مون
پنھنجي تجربي جي بنياد تي انجيل جي ھڪ قول کي رھنمائي جو ستارو
بنايو جنھن ۾ چيو ويو آھي تہ "تون اول ڪاڏي ۽ لٽي جي تلاش ڪر تہ پوءِ
توکي آسمان جي بادشاھت ملندي"

ڪجھہ وقت لاءِ ھيگل "بامبرگ" شھر ۾ ھڪڙي اخبار جي ايڊيٽري بہ
ڪئي ھئي. اتي ئي (1812ع کان 1816ع) تائين ھن پنھنجو مشھور
ڪتاب "منطق" (Logic) لکيو ھو. جيتوڻيڪ ھن ڪتاب جرمن قوم جي
دل موھي ڇڏي پر ھي سمجھہ ۾ نہ اچڻ وارو جرمن قوم جو دل موھي ڇڏي پر
ھي سمجھہ ۾ نہ اچڻ وارو ڪتاب ھو. انھيءَ تصنيف جي شايع ٿيڻ بعد
ھيڊلبرگ ۾ ھيگل کي فلسفہ جي ڪنجي ۽ ڪرسي ملي ھئي. ھتي
ھيڊلبرگ ۾ ھن سال 1818ع ۾ پنھنجو ٻيو ڪتاب (Encyclopedia of
the philosophical sciences) لکيو ھو جنھن جي بنياد تي سال
1818ع ۾ ھن کي برلن يونيورسٽي ۾ ترقي ملي. انھيءَ عرصي يعني
1818ع کان وٺي مرندي گھڙي (سال 1831ع) تائين ھيگل فلسفہ جي دنيا ۾
ايترو تہ ممتاز ۽ مشھور ٿيو جيئن لٽريچر جي دنيا ۾ گوئٽي ۽ موسيقي جي
فيلڊ ۾ بيٿووين (Beethoven) ھئا. جرمني ۾ ھڪڙ ڏينھن تي ھيگل ڄائو
ھو تہ ٻي ڏينھن تي گوئٽي جي ولادت ٿي ھئي. ان ڪري ھر سال سندن جنم
جي ڏينھن ڪري جرمني ۾ سانده بہ ڏينھن سرڪاري موڪل ملھائبي آھي.

## هيگل جو فلسفو

هيگل جي حياتي جو مختصر احوال مٿي بيان ڪيو ويو. هن جو فلسفو ايترو تہ دقيق، مشڪل ۽ منجهيل آهي جو هيگل پاڻ هڪڙي هنڌ چيو آهي تہ "فقط هڪڙو شخص مون کي سمجهي ٿو سو بہ نہ" پڇاڙيءَ ۾ هيگل اڌ مغزي ۽ ذري گهٽ چريو ٿي پيو هو. پروفيسر ولڊ يورئنٽ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ "هڪڙي پيري هيگل ليڪچر هال ۾ فقط هڪڙو پادر پائي آيو. ٻيو پادر گپ ۾ ڦاسي پيو هو ۽ ان جو ڪيس خيال بہ نہ رهيو." (صفحہ 299) هيگل جو هڪ فلسفيانہ قول مشهور آهي تہ "جيڪا بہ شيءِ حقيقت تي مبني آهي سا ئي عقليت واري آهي ۽ جا شيءِ عقلي آهي سا ئي حقيقت واري آهي."

What cver is ratíonal, is real and what ever is real is rational

هيگل جي هن قول تي ٻين فلاسفرن ڪافي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ ان جو هي مفهوم ۽ مقصد ڪڍيو اٿن تہ "جو ڪجهہ آهي، سو ئي صحيح آهي."

What ever is, is right.

• تحقيق اهوئي هيگل جو مقصد ۽ مدعا آهي جيڪو مضمرات جي لحاظ کان نهايت ئي خطرناڪ ۽ ڀيانڪ آهي. پر ڇا بہ هجي، اسان کي تسليم ڪرڻو پوندو تہ اڻويهين صدي جي سياسي، تاريخي ۽ فلسفيانہ فڪر تي هيگل پوري طرح ڇانيل رهيو. موجوده دور ۾ جرمني جي نازي تحريڪ (جنهن جو اڳواڻ هٽر هو)، فسطائي تحريڪ (جنهن جو اڳواڻ اٽلي جو ليڊر مسولني ۽ جاپان جو جنرل ٽوجو هئا) ۽ ڪميونسٽ تحريڪ (ليڊر ڪارل مارڪس) جو اصل ۾ پايو وجهندڙ هيگل جي شخصيت ۽ سندس فڪر جو نتيجو ۽ رد عمل آهي. مغرب جي هڪ مشهور سياسي ليکڪ پروفيسر سٻيين (Sabine) بہ مٿين راءِ سان اتفاق رکي ٿو يعني تہ سياسي طرح هيگل

سياست کي نعوذبالله خدا جي حيثيت ڏني هئي ۽ انهيءَ خيال مان تازي ازم ۽ فسطائيت جنم ورتو. هيگل جي جدلياتي ماديت کي مارڪس استعمال ڪيو ۽ اهڙي طرح سان ڪميونزم جو فروغ ٿيو. سئبين پنهنجي ڪتاب "سياسي نظريہ تاريخ" (A History of political theory) ۾ لکي ٿو تہ:

**According to Hegel the state is the divine idea as it exists on earth, and that the individual achieves self realization only as a member of it. Thus, the two most important modern political movements derive from him. Through his dilectic, as revised by Marx he became the source of the proletariqan radicalis which culminated in communism, wiile through his idealization of the state he becamc the source of that conservative nationalism which culminated in fas cism. (P.523_ 1941 ED)**

**هيگل ۽ جنگ جو فلسفہ**

جنگ جي تصور کان انسان جا لڱ ڪانڊارجن ٿا. اندازو لڳايو گذريل ٻن عالمي جنگين ۾ ڪيترا نہ انسان مارجي ويا. روس جي سابق وزيراعظم آنجهاني خروشچوف پنهنجين يادگيرين ۾ هڪ هنڌ لکيو آهي تہ "ٻي مهاڀاري لڙائي (1939ع کان 1945ع تائين) ۾ فقط روس ۾ ٻہ ڪروڙ ماڻهو قتل ٿي ويا ۽ هينئر ٽئين عالمي لڙائي ايٽمي جنگ جي شڪل ۾ ٿيندي ۽ ان ۾ ايتري تہ تباهہ ڪاري ٿيندي جو شايد هڪ جيو بہ ڌرتي تي نہ بچندو. افسوس جو يورپ جي هن مها فلاسفر هيگل جنگين جي حمايت ۾

باقاعده هڪ فلسفہ پيش ڪيو." هيگل جي پيٽ ۾ جرمني جو ٻيو مشهور فلاسفر ڪانٽ امن جو حامي هو. هيگل جي جنگ واري تصور ڪان نسلن جا نسل متاثر ٿيا هئا. ان ڪري مؤرخين صحيح راءِ ڏني آهي تہ پهرين ۽ ٻي مها ڀاري لڙائي لاءِ هيگل جو فڪر ئي جوابدار آهي. پروفيسر برٽرانڊرسل (Bertrand Russe) پنهنجي هڪ ڪتاب "دانش مغرب" (Wisdom of the West) ۾ هيگل جي تصور جنگ بابت لکي ٿو تہ "هيراڪليٽس وانگر هيگل بہ جنگل و جدل کي وڏي قدر جي نگاهہ سان ڏسي ٿو. هيگل ايترو تہ پري وڃي مشورو ڏئي ٿو تہ اخلاقي طرح جنگ امن کان مٿانهين حيثيت رکي ٿي جيڪڏهن قومن کي وڙهڻ لاءِ دشمن نہ هجن تہ هو ڪمزور نبل ۽ زوال پذير ٿينديون. هيگل سياسي لحاظ کان ان نتيجي تي پهتو تہ ڪنهن قوم جي اخلاقي صحت لاءِ ٻاهرين دشمنن جو هجڻ نهايت ئي ضروري آهي."

افسوس جو هن پرامن پر لذت ۽ فاني دنيا کي هيگل پنهنجي ذهانت، منطق ۽ فلسفہ جي آڌار تي جنگين جو ميدان بڻايو . تاريخ جي مطالعي ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ هيگل جا مريد هٽلر، مسولني ۽ روس جو اسٽالن ٻي مهاڀاري لڙائيءَ لاءِ ذميوار آهن. اٽلي جي مسولنيءَ جو مشهور قول آهي تہ "جنگ دنيا لاءِ ائين ضروري آهي، جيئن عورت لاءِ حمل."ٻي مهار ڀاري لڙائي ٽئين سيپٽمبر 1939ع تي هٽلر طرفان پولينڊ تي حملي ڪرڻ سبب شروع ٿي هئي. مذڪوره تاريخ کان فقط هڪ هفتہ قبل جرمني ۽ روس جي درميان دفاعي معاهدو مشترڪ دشمن جي خلاف تاريخ چوويهين آگسٽ تي عمل ۾ آيو. هن معاهدي ۾ هٽلر جي وزير خارجہ مولوٽوف دستخط ڪيا هئا. روس سان فوجي معاهدي ڪرڻ تي هٽلر بدمست ٿي ويو ۽ هڪ هفتي اندر

پولينڊ تي حملو ڪيائين ۽ اهڙي طرح ٻي عالمي جنگ ڇڙي وئي، جنهن جي نتيجي ۾ آخرڪار جاپان جي شهر هيروشيماتي ائٽم بم اڇلايو ويو ۽ هڪ لک ماڻهو سيڪنڊن ۾ هيروشيما ۾ مري ويا هئا.

غور ڪري ڏسبو ته ٽيئي سياستدان هٽلر، مسوليني ۽ استالن، هيگل جا مجيندڙ هئا. اندازو لڳايو ته هيگل جي فلسفي انسان ذات کي ڪيترو نه ڇيهو رسايو آهي، ڪميونزم جي نظام جا بنياد اصل يعني جدلياتي ماديت، تاريخي ماديت ۽ طبقاتي جدوجهد جا اصول ٿوري ردبدل سان مارڪس ۽ اينگلس، هيگل جي فلسفہ تان ورتا هئا.

**هيگل ڇرياٽپ جي نشاني**

هيگل جي ذهانت ۽ فطانت جنون جي حد تي وڃي پهتي هئي. مٿي اوهان پڙهي آيا ته هڪ دفعي ليڪچر هال ۾ ليڪچر ڏيڻ وقت هيگل هڪڙي پادر سان آيو هو. افسوس جو اڄ دنيا ۾ اهڙن پاڳلن جو فلسفہ رائج آهي، جن سڄي دنيا کي ڪوس گهر ۾ تبديل ڪيو آهي.

پروفيسر ولڊ يورنٽ پنهنجي ڪتاب ۾ هيگل جي شخصيت بابت سندس سوانح نگار ڪيئرڊ جا الفاظ نقل ڪيا آهن. جنهن ۾ هو هيگل بابت لکي ٿو ته "خالص بي عقلي، بي معنيٰ ۽ بي سمجهي وارن ورو ڪڙ قسم جو فضول يا بي احتياط لفظن جو استعمال هن کان اڳ فقط پاڳل خانن ۾ ملندا هئا. تن جي دليري سان اڇائي جي انتها هيگل تي ٿي هئي." (صفحہ 292 ) مطلب ته جيئن پاڳل خانن ۾ چرين جي ٻولي بي معنيٰ، فضول ۽ سمجهہ کان مٿي هوندي آهي. ساڳيو ئي حال پڻ هيگل جي فلسفہ جو آهي. ڪيئرڊ آخر ۾ لکي ٿو ته هيگل جو فلسفو "جرمن بي وقوفي يا حماقت لاءِ هڪ ياد ـر رهندو."

هيگل، برٽرانڊرسل جي نظر ۾:

آخر ۾ اسين هيگل جي فلسفي جو جائزو دور حاضر جي هڪ ممتاز عالم، عظيم ترين فلسفي ۽ دانشور پروفيسر برٽرانڊرسل جي الفاظ ۾ پيش ڪريون ٿا. ياد رهي ته رسل جي پنهنجي لکڻ مطابق هو منڍ ۾ هيگل جي فلسفه کان متاثر هو، پر بعد ۾ هن پاڻ کي جرمني جي پاڳل خاني مان آزاد ڪرايو. پروفيسر رسل پنهنجي ڪتاب "مغربي فلسفي جي تاريخ ۾ لکي ٿو ته "جرمن فلاسافي جي تحريڪ جيڪا ڪانٽ کان شروع ٿي هئي، ان جي چوٽي هيگل (پيدائش 1770ع وفات 1831ع) تي وڃي دنگ ڪيو هو. جيتوڻيڪ هيگل، ڪانٽ تي اڪثر تنقيد ڪندو هو، پر جيڪڏهن ڪانٽ پيدا نه ٿئي ها ته هيگل وارو (فلسفي جو) سسٽم ڪڏهن به نه اپري ها. هيگل جو اثر جيتوڻيڪ هاڻي گهٽجي رهيو آهي، پر ڪنهن وقت جرمني کان علاوه ٻين هنڌن تي به هن جو وڏي ۾ وڏو اثر رهيو آهي. اڻويهين صدي جي پڇاڙي تائين ٻنهي ملڪن آمريڪا توڙي برطانيه جا نامور عالم هن خشڪ منطقي فلاسفر هيگل جا پيروڪار ۽ سندس فلسفي ۾ يقين رکندا هئا. خالص فلسفي جي ميدان کان ٻاهر عيسائي دنيا جي پروٽيسٽنٽ فرقي جا مذهبي عالم پڻ هن جي اصولن ۽ نظريات کي اختيار ڪندا هئا ۽ ان سان گڏوگڏ هن جي تاريخ واري فلسفه سياسي نظريه کي نهايت ئي متاثر ڪيو هو. جيئن سڀ ڪنهن کي خبر آهي ته مارڪس پنهنجي جواني ۾ هيگل جو مريد ۽ معتقد بڻيو هو. جنهن پنهنجي ڪامل ڪميونسٽ سسٽم ۾ هيگل جو مريد ۽ معتقد بڻيو هو، جنهن پنهنجي ڪامل ڪميونسٽ سسٽم ۾ هيگل جون ڪي اهم ۽ خاص ڳالهيون رکيون هيون. جيتوڻيڪ (جيئن منهنجو پنهنجو عقيدو آهي) ذري گهٽ هيگل جا سڀ نظريا غلط ۽

باطل آهن. پر هن جي اجا تائين اهڙي اهميت آهي. جيڪا ڪنهن فلسفيانہ قسم جي بهترين نمائندگي جي حيثيت ۾ نہ فقط تاريخي آهي. پر ساڳيو فلسفو ٻين وٽ مربوط ۽ جامع شڪل ۾ موجود آهي. هيگل جو فلسفہ نهايت ئي ڏکيو آهي. مان تہ ائين چوندس تہ سڀني وڏن فلاسفرن جي ڀيٽ ۾ هيگل کي سمجهڻ تمام وڏو مشڪل ڪم آهي." (صفحہ 701 –لنڊن)

پنهنجي نوجواني جي عمر ۾ ئي هيگل تصوف کان متاثر ٿيو هو ۽ پڇاڙي تائين هن جي فڪر ۾ صوفيانہ جهلڪ موجود هئي. برعڪس ان جي مسلم دنيا جو عظيم فلاسفر حضرت امام غزالي رحمتہ الله پنهنجي عمر جي آخر دور ۾ تصوف ڏانهن مائل ٿيو. ان جي مڪمل روئداد هن پنهنجي عربي ڪتاب "المنقذمن الضلال" ۾ پيش ڪئي.

برائنڊ رسل بالڪل صحيح لکيو آهي تہ سڀني فلاسفرن جي ڀيٽ ۾ هيگل کي سمجهڻ نهايت ئي اوکو ۽ ڏکيو آهي. سندس سوانح نگار پروفيسر ڪيئرڊ جا رمارڪ اوهان مٿي پڙهي آيا. جنهن ۾ هو چوي ٿو تہ "هيگل پاڳل خانہ جوڻ ٻوليون ٻولي ٿو." هيگل اسان جي دنيا کي باھہ ۾ اڇلائي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. هيگل جرمني ۾ نازي ازم (هٽلر شاهي) ۽ اٽلي ۾ فسطائيت (مسوليني جي آپيشاهي) جا تحفا ڏنا. هنن ٻنهي ظالمانہ نظامن جي ماتحت انسان ذات جو بهيمانہ قتل عام ٿيو ۽ موجوده دور جي ڪميونزم جي نظام جو "جدليات" جي شڪل ۾ بنيادي پٿر هڻڻ وارو شخص بہ هيگل هو. جديد ماديت بابت پروفيسر (Russel) پنهنجي ئي ڪتاب ( Widom of West) ۾ لکي ٿو تہ "هيگل جو فلسفو مارڪس ۽ اينگلس جي خاص طور تي جدلياتي ماديت واري نظريہ ۾ اجا تائين زنده آهي. جو سندس ناقابل مدافعت هجڻ لاءِ سٺو مثال آهي."

Philosophy of Hegel survies especially in the dialectic materialism of Mark and Angeles, which provides as good example of irs untenability. (P _246)

### جديد ماديت جي تشريح

اوهان پڙهي آيا آهيو تہ هيگل جي فلسفہ جي سمجهاڻي نهايت ئي اوکو ۽ مشڪل ڪم آهي. انگريزي ٻولي ۾ تہ هيگل جي جدليات کي سولائي سان بيان ڪري سگهجي ٿو. پر پنهنجي ملڙي ٻولي سنڌي ۾ هيگل جي فلسفہ جي وضاحت اجان وڌيڪ دقت طلب ۽ ڏکي آهي. فسلفہ جي پنهنجي زبان آهي. انگريزي، سنڌي لغت نہ هجڻ ڪري اهل علم وڏي دقت محسوس ڪن ٿا. انهن مشڪلاتن جي هوندي بہ مان پنهنجي علم جي مطابق هيگل جي جدلياتي ماديت (Dialetical Materialism) جي تشريح ڪريان ٿو.

"جدليات" کي انگريزي ٻولي ۾ (Dailectic) چوندا آهن. جو وري يوناني لفظ "ڊائليڪٽيڪس" (Dialektikos) مان ورتل آهي. جنهن جي معني ٿيندي "بحث مباحثو يا گفتگو ڪرڻ" ان جو مطلب هي آهي تہ "گفتگو جو اهو فن جنهن جي ذريعي بحث ۾ حصہ وٺندڙن جي دليلن جي تضادات کي کولي حقيقت تائين رسائي حاصل ڪجي." افلاطوني مباحث ۾ سقراط عام اعتقادن جي غلط ڪارين کي ثابت ڪرڻ لاءِ جدلياتي فن کي استعمال ڪيو هو.

جڏهن افلاطون پنهنجي مشهور ٿيئري پيش ڪئي هئي تہ خيالات (Ideas) ئي حقيقت تي مبني آهن ۽ مظاهر فطرت فقط انهن جو پاڇو آهن. تڏهن هن اهڙي سائنس کي جا خيالن جي علم کان واقف ڪرائي. تنهن کي جدليات جي نالي سان سڏيو هو فرق صرف هي آهي تہ افلاطون جي نگاهہ ۾ تضادات حقيقت جي رسائي لاءِ محض رڪاوٽ آهن. ان ڪري ان تضادات کان بچڻ لاءِ جدليات جو استعمال ڪيو آهي. برعڪس ان جي هيگل وٽ تضادات (Conrtadiction) ئي هر شيءِ جي پاڙ ۾ وڏي اهميت جا حامل

آهن. ڇاڪاڻ تہ تضادن جي مخالفت جي وسيلي ئي حقيقت ڏانهن ڳالهين ٿيڻ جا امڪان روشن آهن.

هيگل جدلياتي ماديت وارن اصولن کي هن طرح بيان ڪري ٿو تہ "فڪر جي دنيا ۾ جيڪڏهن اسان هڪ اهڙو خيال وٺون جو بلاوجود، قياسي يا غير مڪمل هجي، ۽ جيڪڏهن اسين خيال جي غير ڪامليت کي وساري ان جو جائزو وٺنداسون تہ اسان پاڻ کي اختلافن ۾ قاتل محسوس ڪنداسين اهي اختلاف مذڪوره خيال يا تصور کي سندس ضد يا مخالف بيان (Anti _ thesis) ۾ تبديل ڪن ٿا. پاڻ کي بچائڻ لاءِ اسان کي هڪ نئون ۽ گهٽ غير مڪمل خيال ڳولهڻو پوي ٿو جو اسان جي خيال ۽ ان جي مخالف بيان (Anti_ thesis) جو مرڪب (Synthesis) آهي. هي نئون خيال جيتوڻيڪ اسان جي اصلوڪي تصور جي ڀيٽ ۾ غير مڪمل آهي. ان ڪري اهان بہ ڪُلي طرح پورو يا ثابت ڏسڻ ۾ نہ ايندو ۽ ان کي بہ پنهنجي مخالف بيان (Anti_ thesis) يا مرڪب (Synthesis) جي حالتن مان لنگهڻو پوندو. اهڙي طرح سان هيگل اڳتي وڌندي هڪ آزاد، خود مختار ۽ ڪامل تصور (Absolute idea) تائين پهچائي ٿو. جنهن لاءِ هن جو چوڻ آهي تہ اهو مڪمل ۽ ضدن کان خالي آهي ۽ ڪيس وڌيڪ وڌڻ يا ترقي ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. اهڙو خود مختار ۽ آزاد تصور ئي ڪامل حقيقت (Absolute Reality) کي بيان ڪرڻ لاءِ موزون ۽ مجاز آهي. پر سڀ هيٺين قسم جا تصورات "حقيقت" کي جزوي طرح بيان ڪن ٿا. اهڙي طرح هيگل ان نتيجي تي پهتو تہ مڪمل ۽ خود مختار حقيقت هڪ اهڙي مربوط سسٽم کي جنم ڏي ٿي جا نہ فضا (Space) ۾ آهي ۽ نہ وقت (Time) اندر. هي سسٽم ڪنهن بہ ڊگري جي سطح تي (evil) برو خراب يا نقصان رسائيندڙ نہ آهي. پر ڪُلي طرح عقليت پرست ۽ روحاني (Rational and spiritual) آهي."

مون جدلياتي ماديت بابت هيگل جي نظريہ جو خلاصو مٿي پيش ڪيو آهي. جو مغرب جي هڪ مايہ ناز فلسفي پروفيسر برٽرانڊ رسل (Russel) جي ڪتاب "فلسفي جا مسئلا" (Problems of philosophy) جي هڪ اهم باب بعنوان "فلسفيانہ علم جون حدون" (صفحہ 142 کان شروع) The limits of philosophical knowledge) مان ورتل آهي. اضداد تصادم ۽ ظهور يعني تہ "بيان، مخالف بيان ۽ مرڪب" (Synthesis) ۽ (Thesis) Anti thesis جي بنياد تي مارڪس کي بنيادي طور هن تثليث (ٽڪي) فيوڊلزم (جاگيرداري) ڪئپٽلزم (سرمايہ داري) ۽ سوشلزم (اشتراڪيت) سان دلچسپي هئي. اهو هن ريت تہ "جاگيرداري جي اندروني اختلافن ان جي منفي پهلوئن کي سرمايہ داري ڏانهن ڇڪيو آهي ۽ ان کان پوءِ سوشلزم ايندي جا هڪ رد (Negation) جي رد آهي.

تاريخ جي مٿين ٽن دورن (Anti_thesis)، Thesis ۽ (Synthesis) بابت عالمن ۽ دانشورن هڪ بنيادي سوال اٿاريو جنهن جي صحيح معقول جواب ڏيڻ کان مارڪسي مفڪرين قاصر رهيا. سوال هي آهي تہ تاريخ جي ڪهڙي دور کي (Thesis) قرار ڏجي. جتان ان جي شروعات تصور ڪجي؟

هن بابت معزز قارئين جو ڌيان پروفيسر ڪارل فيڊرن (Federen) جي هڪ بي حد علمي ۽ ڪارائتي ڪتاب "تاريخ جو مادي تصور" The) (Materialistic conception of history) ڏانهن ڇڪائجي ٿو. تاريخ بابت بحث ڪندي فيڊرن پنهنجي ڪتاب ۾ هڪڙي هنڌ لکي ٿو تہ "تاريخ ۾ هڪ لا انتها ندي جي مثل شروع ٿئي ٿي، جنهن جي منڍ يا پڇاڙي بابت ڪنهن کي بہ ڪو علم نہ آهي. تاريخ انسان کي منزل مقصود يا ريل جي آخري اسٽيشن جو ڪوبہ ڏس مهيا ڪانہ ٿي ڪري. ان ڪري اهو معلوم

ڪرڻ تہ ان جو ڪھڙو دور بيان (Thesis) مخالف بيان (Anti _ thesis) يا مرڪب (Synthesis) سمجھڻ گھرجي معلوم ڪرڻ ناممڪن آهي.

History Proceedsas an un_ending stream of which no one knows the begining or the end. If provides no terminus and thesis makes it impossible to determine which of its stages are thesis, anti, thesis and synthesis.

(P_209,1939 E D Lond).

غور ڪري ڏسبو تہ مسٽر فيشرن جا الفاظ سونهري حرفن سان لکڻ جهڙا آهن. جي تاريخ جي جدلياتي تصور کي باهي باطل ثابت ڪن ٿا ۽ هيٺئر آخر ۾ تاريخ جي جدلياتي تصور بابت، روسي ڪميونسٽن جي هڪ فاش غلطي کي بيان ڪندس. ان هڪڙي ئي مثال مان ثابت ٿيندو تہ تاريخ کي جدليات جي نڪتہ نگاهہ سان ڏسڻ ڪيڏو نہ فريب ۽ دوکو آهي. ان جو واضح مثال هٽلر ڏانهن سندس روش جو آهي. تاريخ جي جدلياتي تصور مان روسي ڪميونسٽن هي نتيجو ڪڍيو تہ جرمني ۾ ڪميونسٽ انقلاب جي ڪاميابي لاءِ شرط هي آهي تہ اقتدار هٽلر جي حوالي ڪجي. چو جو هن جو اقتدار مختصر ۽ ٿورو عرصو رهندو. تنهن کان پوءِ ڪميونسٽن جو وارو آهي. چنانچہ ان پاليسي ماتحت جرمني جي ڪميونسٽن کي ماسڪو مان هدايتون مليون هيون تہ پنهنجي گڏيل دشمن (هٽلر جي نازي پارٽي) خلاف محاذ قائم ڪرڻ بدران سوشل ڊيما ڪريسي پارٽي تي سياسي جلهون ڪجن. نتيجي طور هٽلر برسر اقتدار آيو اچڻ شرط هن هڪ سازش ماتحت جرمني جي پارليامينٽ کي باهہ ڏياري اٿلندو هن جرم جو الزم ڪيمونسٽن تي مڙهيو ۽ هزارين ڪميونسٽ گرفتار ڪرائي. ڪيترن کي ڦاسين تي لٽڪيائين. جن ۾ جرمني جو مشهور ڪميونسٽ ليڊر "لبي" (Lubec) پڻ شامل هو.

ڪميونسٽن جي طفيلي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ، جون 1941ع هٽلر روس تي حملو ڪيو ۽ ٽن سالن جي لڳاتار جنگي محاصره ۾ روس جا ڪل ٻہ ڪروڙ ماڻهو جنگ ۾ مئا ۽ ايتري تعداد ۾ ڦٽجي پيا هئا.

هن دور ۾ افغانستان جو مثال اسان جي اڳيان آهي. روسين کي تاريخ جي جدلياتي جدول مان پتو پيو ته سندن فوجون مختصر عرصي ۾ افغانستان تي قبضو ڪري سگهنديون. بس منٽن جو کيل آهي. اڄهو ٽا افغانستان کي ڳڙڪايون. پر هن سر زمين ۾ سندن تاريخ جي جدلياتي عقيدي روسين جا لاهه ڪيئي ڇڏيا. تاريخ جي هن نام نهاد جدلياتي تصور ڪميونسٽن کي افغانستان اندر ڏهڻ ۾ ڦاسايو ۽ ڪميونزم جو جنازو پڙهڻ ڪيرايو. ٻين لفظن ۾ ڪميونزم جي هڪ بنيادي عقيدي (جدلياتي ماديت) ڪميونزم کي دفن ڪري ڇڏيو.

تاريخي ماديت بابت وڌيڪ بحث:

عرض ڪري چڪو آهيان ته "سماج، سماجي زندگي ۽ ان جي تاريخ بابت جدلياتي ماديت جي اصولن جي اطلاق کي تاريخي ماديت سڏجي ٿو." ان جو مطلب اينگلس جي لفظن ۾ هن طرح آهي ته "هر تاريخي عهد ۾ اقتصادي پيداوار ۽ تبادلي جي جيڪو طريقو رائج آهي ۽ ان کان لازمي طور تي جو سماجي ڍانچو ٺهي ٿو اهوئي بنياد آهي، جنهن تي ان دور جي سياسي ۽ ذهني تاريخ مرتب ٿئي ٿي ۽ ان مان ان جي تعبير به ٿي سگهي ٿي." هن ٿي نظريه کي ٻين لفظن ۾ "تاريخ جي اقتصادي تعبير" (Economic interpretation) ڪوٺجي ٿو اينگلس جي بقول "ڪميونسٽ پڌرنامي جو مرڪزي نڪتو" ۽ ان جي ڄڻ ڄان آهي. هن بابت ٿورو مٿي به بحث ڪيو ويو. جدلياتي ماديت جي تشريح بيان ڪرڻ کان پوءِ ان مان ڦٽندڙ "تاريخي ماديت" جي فلسفي بابت به ڪجهه وڌيڪ بحث جي گنجائش نڪري ٿي. تاريخي ماديت اسان کي ٻڌائي ٿي ته تمام تحريڪون معاشي سببن ڪري برپا ٿين ٿيون." تاريخ جي تعبير معاشيات کي قرار ڏيڻ ان جي سطحي مطالعي جو نتيجو آهي. موجوده دور جي تاريخدانن مارڪس جي تاريخ بابت معاشي تعبير کي حقيقت جي خلاف سمجهي مسترد ڪري ڇڏيو. اسلامي نقطه نگاهه سان تاريخ جي معاشي تعبير غلط ۽ بي بنياد آهي. ان بابت مون مٿي بحث ڪيو آهي. مسٽر ڪروچي (Crocc) اٽلي جو مشهور تاريخدان فلاسفر ۽ مفڪر ٿي گذريو آهي. لکي ٿو ته "هومر ڳايو هو افلاطون فلسفو پيش ڪيو حضرت عيسيٰ توڙي پال اخلاقي شعور ۾ ڪلي

تبديلي آندي هئي، پر کين (مارڪسي نڪته نگاهه کان) بالڪل خبر ئي ڪانه هئي ته هو فقط اقتصادي عمل جا هٿڪنڊا هئا. جنهن جي ڪري هنن جا سمورا ڪم آخرڪار ترتيب ڏنا ويندا."

Homer had sung, plato had philosophied jesus and " paul had transformed moral conciousness, quite un aware that they were simply the instrument of an economic, process, to which all their work was reducible.

اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ جن اسلام جي دعوت ڏني ۽ مخلوق کي توحيد جو پيغام پهچايو هو. مارڪسي تاريخي ماديت جي نظريه مطابق به نعوذبالله پيغمبر جو مشن به اقتصادي عمل جي ڪري هو. سچ پچ ته مارڪس جو هي نظريو سراسر غلط ۽ تاريخي عمل جو مذاق آهي.

مسٽر هيسن (Hessen) پنهنجي ڪتاب (The economic roots of newton's principles) ۾ به نهايت فڪر انگيز ڳالهه لکي آهي ۽ چوي ٿو ته "مشهور سائنسدان نيوٽن (Newton) سندس مٿي تي صوف لڳڻ سان ڪشش ثقل جو قانون دريافت ڪونه ڪيو هو پر (مارڪسي نڪته نگاهه کان) مذڪوره کوجنا هن جي وقت ۾ اقتصادي ضرورتن جي ڪري عمل ۾ آئي هئي."

Newton was not inspired to discover the law of gravitation by benig hit on the head by an apple, as the diccovery was demanded by the economic needs of his time.

اسان سڀني کي خبر آهي ته سر آئزڪ نيوٽن سترهين صدي ۾ يورپ جو مشهور سائنسدان ٿي گذريو آهي، جنهن ڪشش ثقل جو قانون دريافت ڪري سائنس جي دنيا ۾ هڪ وڏو انقلاب آندو هو. جهڙي طرح فرينچ فلاسفر ڊيڪارٽ کي جديد فلسفي جو بابو ڪوٺجي ٿو تهڙي ريت نيوٽن کي به جديد سائنس جي بابي هجڻ جو شرف حاصل آهي. نيوٽن هڪڙي ڏينهن هڪ صوف جي وڻ هيٺ ويٺو هو اوچتو هڪ صوف وڻ تان ڪري نيوٽن جي مٿي تي لڳو. بس هن معمولي واقعي هن جي دماغ کي جهنجهوڙيو ۽ آخرڪار ان مان ڪشش ثقل جو قانون دريافت ڪيائين. پر مارڪس جي

تاريخيماديت جي فلسفي مطابق صوف ڪشش ثقل جي دريافت جو سبب نه بڻيو پر مذڪوره قانون. وقت جي اقتصادي حالتن ڪري نيوٽن دريافت ڪيو هو اندازو لڳايو ته ڪميونسٽن جو هي نظريو ڪيڏو نه غلط لغو ۽ مضحڪ خيز آهي. جيڪڏهن سائنس جا اهي پرڪار آهن ته خبر نه آهي ته ان ۽ جهالت جي وچ ۾ ڪهڙو فرق آهي.

بيشڪ مارڪس کان اڳ معاشيات جي علم کي ڪنهن به شخص وٽ ايتري اهميت ڪانه هئي. اهل نظر کي خبر آهي ته معاشيات بابت پهريون ڪتاب "دولت اقوام" (Wealth of nations) نالي مسٽر آدم سمٿ Simith 1775ع ۾ لکيو هو هن کان اڳ هن موضوع بابت ڪو ڪتاب يورپ ۾ لکيو ڪونه ويو هو. جڏهن ته مسلم دنيا ۾ آدم سمٿ کان اٽڪل ساڍا ٽي سؤ سال اڳ. علامه ابن خلدون پنهنجي "مقدمه" ۾ معاشي علمن بابت لکيو هو. پر ان جو مطلب اهو نه آهي ته "معاشيات کي تمام تاريخي تحريڪن ۽ واقعن جو سرچشمو قرار ڏجي اهڙو بيان ٿيڻ. تاريخ ۽ معاشيات جي علمن جو غلط ۽ سطحي مطالعو آهي. ڇو جو تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته بعض رواجي ۽ اتفاقي واقعن ان جو رخ بدلائي ڇڏيو جنهن لاءِ اقتصاديات جو ڪارڻ نه هو.

پروفيسر برٽرانڊ رسل پنهنجي مشهور ڪتاب (Freedom and organization) جي بابت سترهين ۾ "مارڪس ۽ اينگلس" جي عنوان سان ڪميونزم جي نظام بابت هڪ عالمانه ۽ محققانه باب لکيو آهي. مارڪس جي تاريخي ماديت بابت بحث ڪندي مسٽر رسل لکيو آهي ته بعض اتفاقي ۽ رواجي سببن وڏن تاريخي تحريڪن ۽ واقعات کي جنم ڏنو جن تي مارڪس غور ئي نه ڪيو. ان بابت رسل لکي ٿو ته "اڪثر ڏٺو ويو آهي ته بعض رواجي ۽ اتفاقي ڳالهين تاريخ ۾ اقتصادي عمل کان وڌيڪ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. روسي انقلاب بابت ٽراٽسڪي جي ڪهاڻي پڙهي. اهو ميچ اوکو آهي ته لينن ڪهڙو اختلاف ڪونه ڪيو هو. پر جرمن حڪومت لاءِ اها نازڪ ۽ خطرناڪ صورتحال هئي ته اها کيس روس وڃڻ جي اجازت ڏي يا نه. جيڪڏهن جرمني جو واسطي دار وزير بدهضمي يا معدي جي خرابي جو مريض هجي ها ته هو شايد لينن جي وڃڻ لاءِ انڪار ڪري ها. جڏهن ته حقيقت ۾ هن کيس روس ڏانهن روانگي جي اجازت ڏني

هئي. اهڙي صورتحال ۾ مان ته سمجهي سگهان ٿو ته ان امر لاءِ ڪو عقلي جواز آهي ته لينن جي غير موجودگي ۾ روسي انقلاب ايترو ڪاميابي جي منزل تي رسي ها. جيترو اڄڪلهه آهي. ٻيو مثال وٺو. جيڪڏهن والمي (Valmy) جي لڙائي ۾ پروشيا وارن کي هڪ سٺو جنرل ملي وڃي ها ته اهي شايد فرينچ انقلاب جو خاتمو آڻي ڇڏين ها. هڪ ٻيو عجيب و غريب مثال وٺي ڏسو. بالڪل صحيح طور چئي سگهجي ٿو ته انگلينڊ جو هينري اٺون (پيدائش 1491ع وفات 1547ع) اَني بولين (Boleyn) سان عشق نه ڪري ها ته اڄوڪي آمريڪا جو وجود ئي نه هجي ها. ڇاڪاڻ ته هن ئي واقعي جي ڪري انگلينڊ پاپائيت کان عليحده ٿي وئي هئي ۽ ان سبب ڪري اسپين ۽ پورچوگال کي پوپ جي طرفان آمريڪا بطور سوکڙي ڏيڻ. انگلينڊ تسليم نه ڪيو هو. جيڪڏهن انگلينڊ جي سرڪار ان وقت ڪيٿالڪ مذهب جي پيروي ڪندڙ هجي ها ته ٿي سگهيو پئي ته اڄوڪي آمريڪا اسپيني آمريڪا جو حصو بڻجي وڃي ها. (صفحو 228، 229 1964ع ايڊيشن لنڊن)

مون مٿي پروفيسر براٽرانڊ رسل جي ڪتاب مان حوالا ڏنا آهن. انهن جي مطالعي ڪرڻ تي پتو پوي ٿو ته بعض اتفاقي ۽ معمولي غير اقتصادي سببن ڪري، تاريخ جا وڏا اهم واقعا ظاهر ٿيا آهن. هن مان رسل جي بقول مارڪس جي تاريخي ماديت واري نظريي جي مڪمل ترديد ٿئي ٿي. اسان جي تنڊي ڪنڊ ۾ ڪن اتفاقي ۽ معمولي سبب ڪري وڏن تاريخي واقعن جنم ورتو. مثال طور پاڪستان ۽ هندستان جي آزادي بابت مولانا ابوالڪلام آزاد صاحب پنهنجي ڪتاب "هندستان جي آزادي" (India wins freedom) ۾ لکيو آهي ته مئي 1946ع ۾ مسلم ليگ توڙي ڪانگريس ڪئبنيٽ مشن جي پلان کي تسليم ڪري ورتو. جنهن مطابق هندستان جي تقسيم جي سڪيم رد ڪئي وئي ۽ هڪ گڏيل هندستان کي آزادي ملڻي هئي. پر ڪانگريس جي صدر جواهر لال نهروءَ ڪئبنيٽ مشن جي مڄيل پلان بابت هڪ ذهين اخباري رپورٽر جي سوال جي جواب ۾ غلط بيان ڏنو هو. جنهنڪري مسلم ليگ ۽ قائداعظم نهرو تي سخت گرفت ڪئي هئي. قائد اعظم ڪئبنيٽ مشن جي اوارڊ کي رد ڪري ملڪ جي تقسيم ۽ پاڪستان جي حاصلات لاءِ براه راست قدم ڪنيو. آخرڪار ملڪ

تقسيم ٿيو ۽ پاڪستان نهيو. هن واقعي تي غور ڪري ڏسبو ته جيڪڏهن ڪئبنيٽ مشن بابت هي ذهين اخباري رپورٽر نهرو کان سوال نه پڇي ها ته شايد برصغير جي تقسيم جو اهم واقعو رونما نه ٿئي ها. هڪ غير اقتصادي معمولي ۽ اتفاقي سبب ڪري تاريخ جو هڪ اهم واقعو پيش آيو. هن مثال مان به مارڪس جي تاريخي ماديت واري فلسفي جي مڪمل ترديد ٿئي ٿي.

پروفيسر برٽرانڊ رسل مارڪس جي تاريخي ماديت واري نظريي تي پنهنجي عالمانه انداز ۾ تنقيد ڪندي آخر ۾ جو ڪجهه لکيو آهي اهو پڙهڻ وٽان ۽ غور طلب آهي. لکي ٿو ته "مارڪس سمجهي ٿو ته دريافتن ۽ ڪوجنائن جو ڪم ايستائين نٿو ٿئي، جيستائين اقتصادي صورتحال ان جي اجازت ڏي. هي هڪ غير تاريخي خيال آهي. سوال ٿو پيدا ٿئي ته مسٽر آرڪميڊيز کان وٺي (پندرهين صدي) لونارڊ جي وقت تائين، ڇو ڪنهن به تجرباتي سائنس جو بنياد نه پيو هو. ڇاڪاڻ ته آرڪميڊيز کان بعد ڇهن صدين تائين مهاتمي ڪم لاءِ اقتصادي حالتون موزون هيون. سائنس جي هيءَ نشو نما نئين سجاڳي واري دور کان بعد ۾ ٿي، جنهن ڪري صنعتي انقلاب جو پايو پيو هو. اقتصادي عمل جي انهيءَ علمي اسباب کي مارڪس صحيح طور تي تسليم ڪونه ڪيو هو.

"تاريخ کي ڪيترن ئي طريقن سان تصور ڪري سگهجي ٿو ۽ گهڻيون عام فارمولائون لهي سگهجن ٿيون. جيڪي صحيح ثابت ٿي وڃن ٿيون. بشرطيڪ حقيقتن جي چونڊ خبرداري سان ڪئي وڃي. مان عجز و انڪسار سان بغير وڏائي جي صنعتي انقلاب جي سببن بابت هيٺين متبادل ٿيئري پيش ڪريان ٿو ته صنعتي انقلاب موجوده سائنس جي ڪري آيو.

موجوده سائنس گئليلو جي طفيل آهي. گئليلو ڪا پرنيشس جي ڪري ۽ ڪا پرنيشس نئين سجاڳي جي ڪري ۽ نئين سجاڳي قسطنطنيه جي زوال ڪري ۽ قسطنطنيه جو زوال ترڪن جي لڏ پلاڻ ڪري ٿيو. ترڪن جي هجرت وچ ايشيا جي خشڪي ڪري ٿي. تنهنڪري تاريخي اسباب جي ڳولا جو بنيادي مطالعو پاڻي آهي. (صفحه 230)

مٿين مثالن ۽ حوالن جي پڙهڻ سان پڪي ثابتي ملي وڃي ٿي ته ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ "تاريخي ماديت" وارو تصور غلط ناقابل يقين ۽ مفروضو آهي.

**ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ جبري انقلاب**

ڪميونسٽ پڌرنامه ۾ زوري زبردستي انقلاب برپا ڪرڻ بابت مارڪس لکي ٿو ته "پنهنجن خيالن ۽ مقصدن کي لڪائڻ ڪميونسٽ پنهنجي شان جي خلاف سمجهن ٿا. هو کلم کليو اعلان ڪن ٿا ته هنن جو اصلي مقصد ان وقت پورو ٿي سگهي ٿو جڏهن موجوده سماجي نظام جو تختو زور ، زبردستي ۽ جبر سان اونڌو ڪجي. حڪمران طبقو ڪميونسٽ انقلاب جي خوف کان ڏڪي ته پلي ڏڪي پوي. دورن کي پنهنجي زنجيرن کان سواءِ باقي ڇا وڃائڻو پوندو ۽ ڪاميابي لاءِ سموري دنيا کليل آهي.

دنيا جا مزدور ، هڪ ٿي پڌي ڪريو.

The communists disdain to conceal their views and aims. They openly declare that their ends can be attained only by the forcible take over of all existing Social conditions Let the ruling classes tremble at a communisitic revolution the proletarians have nothing to lose but their chains. They have a world to win. Working men of all the countries unite. (P.96, Moscow 1967 E d).

پڙهي عبرت حاصل ڪيو . مارڪس پنهنجيءَ تاريخي تصنيف ۾ صاف لفظن ۾ اعلان ٿو ڪري ته ڪميونسٽ انقلاب زور ۽ ڏاڍ سان آڻي ٿو سگهجي. ٻين لفظن ۾ تلوار جي ذريعي ئي سرخ جنت قائم ٿي سگهي ٿي. اهو ئي سبب آهي ته ڪميونسٽ انقلاب ۾ جيترا انسان قتل ٿا ٿين اوترا ٻئي ڪنهن به نظريه جي ڪاميابيءَ لاءِ ماريا ڪونه ٿا وڃن. بعض مؤرخين جو چوڻ آهي ته روسي انقلاب کي ڪامياب بنائڻ لاءِ اٽڪل ٽيهه لک جانيون ضائع ٿيون. برسر اقتدار اچڻ کان پوءِ روس ۾ ڪميونسٽن ماڻهن کي ملڪيت، مذهب ۽ صدين کان مروج سندن اخلاقيات جي معاملي ۾ تشدد کان ڪم ورتو . فطري طور تي روسي عوام ۾ سندن ڪميونزم جي خلاف

بغاوت ٿي. سڄو ملڪ خانہ جنگيءَ ۾ مبتلا ٿيو. جنهن ۾ ڪميونسٽن نهايت ئي بي دردي سان انسانن کي ڪٽيو. انجي تصور سان ئي لڱ ڪانڊيراجي ٿا وڃن. روم جي نيرو ۽ تاتار جي چنگيز خان بہ شايد ايترا ماڻهو شڪار نہ ڪيا، جيترا لينن ۽ سندس ساٿين روسي انقلاب دوران قتل ڪيا. سندن ظلم، جبر ۽ بربريت جي ايتري تہ شهرت ٿي جو انسان دوست حضرات جو ضمير جاڳي پيو. چنانچہ روسي ڪميونسٽن جي هڪ سوشلسٽ ڀاءُ ڪارل ڪائوٽسڪي (Kautsky) 1919ع ۾ "تشدد ۽ ڪميونزم" (Terrorism and communism) جي عنوان سان هڪ ڪتاب ڪي روسي ڪميونسٽن جي ظلم ۽ ڏاڍ کي بي نقاب ڪيو.

اسان پاڻ ڏٺو تہ اڄ کان ڪجهہ سال اڳ ڊسمبر 1979ع تي روسين اسان جي پاڙيسري ملڪ افغانستان تي ڪاهہ ڪري، اتي ڪميونسٽ پٽرنامي جي اصول مطابق زوري زبردستي مسلم سماج تي ڪميونزم جي انقلاب کي ڪامياب بنائڻ لاءِ پنهنجا اسي هزار فوجي موڪليا. پختونن جو قتل عام ڪرايو. افغانستان جي وزارت خارجہ جي آفيسرن مسٽر اختر پڪتيل مغربي ملڪن ۾ سياسي پناهہ حاصل ڪئي. اتي هڪ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي هن ٻڌايو تہ "ڊسمبر 1979ع کان وٺي اڄ تائين افغانستان ۾ روسي فوج ڏهن لکن ماڻهن کي قتل ڪيو. ٽيهہ لک ماڻهن هجرت ڪري پاڪستان ۾ پناهہ ورتي ۽ ڏهہ لک ماڻهن ايران ۾ چا ان کان وڌيڪ پيو ڪو ظلم ٿي سگهي ٿو. هي سڀ ڪجهہ "ڪميونسٽ پٽرنامي" جي ڪري آهي، جنهن ۾ زوري زبردستي ڪميونزم جي تبليغ ۽ انقلاب لاءِ مارڪس تلقين ڪئي آهي، جيئن اوهان مٿي حوالو پڙهي آيا آهيو.

ممتاز برطانوي فلسفي ۽ جڳ مشهور دانشور لارڊ برٽرانڊ رسل 1920ع ۾ روس جو سرڪاري طرح سان سفر ڪيو هو. واپسيءَ تي هن صاحب

جيڪي ڪجهه روس ۾ ڏٺو ان بابت هڪ ڪتاب ( The practice and theory of Bolshevism) نالي سان لکيو هو.

هن ڪتاب جي صفحه 45 تي مصنف هڪ روسي تنظيم جو ذڪر ڪري ٿو. چوي ٿو تہ "هن تنظيم کي ڪنهن بہ مرد يا عورت کي مخالف انقلاب جي جرم ۾ بغير مقدمو هلائڻ جي گرفتار ڪرڻ جو اختيار آهي ۽ مذڪوره تنظيم بغير عدالتي ڪارروائيءَ جي هزارين ماڻهن کي گوليءَ سان شوٽ ڪري ماري وڌو. تنظيم جا جتي ڪٿي جاسوس آهن ۽ رواجي انسان ان جي ظلم هيٺ زندگي بسر ڪري رهيا آهن."

This body has the power of imprisoning any man or woman without trial on such. Charges as Speculation or counter revolutionary activity. It has spies every where, and ordinary mortals live in terror of it. (P_45, Lond: 1954 ED)

هي دنيا جي هڪ عظيم ترين فلسفي ۽ سياسي معاملات ۾ سچ چوندڙ دانشور جو اکين ڏٺو واقعو آهي. جنهن کي هن بغير خوف ۽ مصلحت جي بيان ڪيو آهي. ايتري جبر ۽ ظلم ڪرڻ جو مارڪس پنهنجي پوئلڳن کي کليل لائسنس ڏيئي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ تہ زوري زبردستي انقلاب برپا ڪرڻ سان انسانن جو بي تحاشا قتل ٿئي ٿو.

مشهور روسي اديب ۽ دانشور سولز هيتسن ڪجهہ سال ٿيندا تہ ماهوار "ريڊرس ڊائجسٽ" ۾ هڪ قيمتي مضمون لکيو هو. جنهن ۾ هن انڪشاف ڪيو تہ "روس جي هڪ صوبي جا ماڻهو وزيراعظم اسٽالن جي پاليسيءَ جا مخالف هئا. اسٽالن کين سزا ڏيڻ لاءِ اتي مصنوعي قحط يا ڏڪار جهڙيون حالتون پيدا ڪيون . سولز هيتسن هي دل ڏاريندڙ ڳالهہ لکي تہ هن مصنوعي قحط ۾ لکين انسان موت جو شڪار ٿيا."

اسٽالين روس تي ٽيهن سالن تائين حڪومت ڪئي هئي. هو وڏو پٿر دل، ظالم ۽ بي رحم انسان هو . جنهن مارڪس جي ڪتاب "ڪميونسٽ پڙنامي" جي ڏسيل راهه مطابق ڪميونزم جي نظام کي زوري مسلط ڪرائڻ لاءِ ڪيترن ئي انسانن جو ناحق خون ڪرايو هو. فيبروري 1956ع ۾ روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ٽيويهين اجلاس کي ماسڪو ۾ خطاب ڪندي سابق روسي وزير اعظم آنجهاني خروشچوف، اسٽالين جي ظلمن ۽ ڏاڍاين خلاف هڪ اهم تقرير ڪئي هئي. ان کان پوءِ دنيا جي وڏن ڪميونسٽ ليڊرن، ڪميونسٽ پارٽيءَ تان استعيفائون ڏيڻ شروع ڪيون هيون. اهڙن شخصن مان مشهور ڪميونسٽ اديب هاورڊ فاسٽ (Howard Fast) پڻ هو، جنهن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڇڏڻ کان پوءِ (Naked God) نالي هڪ ڪتاب لکيو آهي. اسٽالين جي خلاف خروشچروف جي، تقرير جو حوالو ڏيندي مسٽر هاورڊ فاسٽ لکي ٿو ته "1956ع ۾ خروشچوف هڪ مخفي تقرير ڪئي هئي، جنهن ۾ هن روس ۾ ڪميونسٽ تحريڪ جي ڪهاڻي ٻڌائي هئي، جا مون پنهنجن دوستن سميت اڳ ٻڌي هئي، پر ان تي يقين نه پئي آيو. هاڻي خروشچوف پنجويهن سالن جي مسلسل بهتان بازي جي ثابتي ڏني هئي ۽ ان کان پوءِ اسان کي يقين ٿيو." (صفحه2، نيو يارڪ)

هاورڊ فاسٽ پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ روسي ليڊر ڪامريڊ ڪيڊروف (Kedrov) جي مظلوميت جو داستان خروشچوف جي زباني ٻڌايو آهي. ڪيڊروف کي اسٽالين بنا سبب ٻڌائڻ جي گرفتار ڪري جيل اماڻيو هو . خروشچوف پنهنجيءَ تقرير ۾ ڪامريڊ ڪيڊروف جي هڪ دل ڏاريندڙ خط جو ذڪر ڪيو ، جو هن جيل مان لکيو . هاورڊ فاسٽ پنهنجي ڪتاب ۾ هنجي خط مان هڪ حوالو نقل ڪيو آهي، جو هن طرح آهي.

"بهرحال هر شيءِ پنهنجي حدن اندر هوندي آهي. منهن جو عذاب انتها تي پهچي چڪو آهي. صحت بہ ۽ ڪل ٽٽل ۽ خراب اٿم. منهنجي طاقت ۽ توانائي گهٽجي وئي آهي، پڇاڙيءَ جا ڏينهن ويجها ٿيندا ٿا وڃن. روسي

جيل ۾ پنهنجي ملڪ خلاف ذليل غداري جي الزام ۾ مرڻ هڪ ايماندار شخص لاءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا به انسانيت سوز ۽ شرمناڪ ڳالهه ٿي نٿي سگهي. منهنجيءَ دل تي بي حد تاريخ درد چڙهيل آهي."

Every thing. Bowever, has its limits. My torture has reached the extreme. My health is broken, my strength and my energy are waning, the end is diawing near. To die in a soviet prision branded as a vile traitor to the fatherland what can be more monstrous for an honest man? And how monstrous all this is unsurpassed bitlerness and pain grips my heart... (P_4)

خروشچوف پنهنجي تقرير جي تصديق لاءِ دنيا جي اشتراڪي پارٽين کي آگاهه ڪيو. استالين جي خلاف دستاويزي شاهدي پيش ڪئي ۽ تنهن کان پوءِ هن جو لاش لينن جي لاش جي پرسان رکيل هو. اتان هٽائي ڪنهن نامعلوم جڳهه ڏانهن منتقل ڪيو ويو ۽ اڄ تائين استالين جي سانڊيل لاش جو ڪو پتو نه آهي.

استالين جي ظلمن جو داستان نهايت ئي طويل، ڏکوئيندڙ ۽ اڻ وڻندڙ آهي. هن ظالم انسان جي پڇاڙي به نهايت ئي خطرناڪ نموني ٿي هئي. استالين جي ڌيءُ سويتلانا جي ڪتاب جو اڳ ۾ حوالو پيش ڪيو ويو. هن جي مرڻ جي موقعي تي سويتلانا پاڻ به موجود هئي. ان بابت هوءَ لکي ٿي ته "منهنجي پيءُ جو موت ڏکئي ۽ خطرناڪ نموني ٿيو. مون پهريون دفعي ڪنهن کي ائين مرندي ڏٺو الله تعاليٰ فقط عادل ۽ حق پسندن جي موت کي آسان بنائي ٿو."

My father died a difficult and terrible death It was the first and so far the only time I have seen Some body die. God grants an easy death only to the just.

(Twenty letters to a friend page 17, Loaion)

اهو سڀ ڪجهہ مارڪس جي زير تبصره ڪتاب "ڪميونسٽ پڌرنامي" جو معجزو آهي. جنهن کي پڙهي انسان ايترو ظالم ۽ پٿر دل ٿئي ٿو. جنهن جي جهلڪ مٿي اسٽالين جي زندگيءَ ۾ اوهين پڙهي آيا هئا.

1907ع ۾ ڪميونسٽن مارڪس جي پڌرنامي جي اصول مطابق روس ۾ انقلاب آندو هو. جنهن ۾ جيتوڻيڪ گهڻي عرصي تائين ڪجهہ به نہ ٿيو، تہ لکين انسان قتل ٿي ويا هئا. مسٽر جان وائن هرڊ (Jhon wyne Herd) روس ۾ انقلاب کان پوءِ ٽيهن سالن تائين زنده رهيو هو. هن عرصي دوران هن روسي انقلاب ۾ مقتول ماڻهن جي تعداد بابت هڪ فهرست شايع ڪئي جا هيٺ ڏجي ٿي.

| پيشه | مقتولين | پيشه | مقتولين |
|---|---|---|---|
| لاٽ پادري | 31 | امير ۽ رئيس | 65890 |
| ڪلسيا جا نوڪر | 1560 | فوجي آفيسر | 56340 |
| جج، وڪيل ۽ مئجسٽريٽ | 34585 | مزدور ۽ محنت ڪش | 196000 |
| استاد ۽ شاگرد | 16367 | سپاهي ۽ ميرِبحر | 36000 |
| سول حاڪم | 79900 | هاري ۽ ڪاشتڪار | 890000 |

جبري ۽ زوري زبردستي واري انقلاب ۾ انسانن جي بنيادي حقوق ۽ آزادي اظهار جو خاتمو آندو ويجي ٿو.

ان جو هڪ مثال ڏيندي لارڊ برٽرانڊ رسل پنهنجي هڪ بئي ڪتاب (Sceptical) ۾ لکي ٿو تہ "روس ۾ بہ ڪنهن سرمايہ دارانہ ملڪ جي ڀيٽ ۾ خيال جي ايذا رساني وڌيڪ سخت آهي. پيٽرو گراڊ ۾ منهنجي ملاقات هڪ مشهور روسي شاعر اليگزينڊر بلاڪ (Block) سان ٿي هئي. جنهن جو هينئر تنگ دستيءَ جي ڪري انتقال ٿي ويو آهي.

The Persecution of opinion in Russia is more Severe than in any capitalist country. I met in petero grade an

emenient Russian poet, Alexander Block who has since died as the result of privations. (P.158, Lond. 1960 E D).

هي آهن جبري انقلاب جون جهلڪيون ۽ مصيبتون جنهن جو ذڪر مارڪس فخر سان ڪميونسٽ پڌرنامي ۾ ڪري ٿو. مارڪس جي هن تصنيف جو ذڪر ڪندي لارڊ برٽرانڊ رسل (Russel) پنهنجي ڪتاب (Freedon and orgnisation) ۾ بالڪل صحيح راءِ ڏني آهي. هو لکي ٿو ته "مارڪس کي سوشلسٽ تحريڪ ۾ پنهنجي ڪتاب "ڪميونسٽ پڌرنامي" ڪري حيثيت ملي هئي. هو جيڪڏهن بيو ڪتاب "داس ڪئپيٽال" نه به لکي ها. تڏهن به ان ساڳئيءَ حيثيت ماڻڻ جي لائق هجي ها."

It was the communist manifesto that gave Marx his position in the Socialist movement, and he would have deserved it even if he had never written Dascapital. (P – 210,1964 E D London)

ڪميونسٽ پڌرنامي جي اصولن مطابق ڪهڙي قسم جو رياست ۽ معاشرو وجود ۾ آيو آهي. ان جو تفصيل به لارڊ برٽرانڊ رسل جي زباني پڙهو جنهن سان ڪتاب جو اختتام ڪري ٿو. پروفيسر رسل پنهنجي هڪ فڪر انگيز ڪتاب (New Hopes for a changing world) ۾ لکي ٿو ته "زندگيءَ جي مقصدن بابت روسي حڪومت جا جدا تصورات آهن. اتي فرد جي ڪابه اهميت ڪانه آهي. هن کي فقط قربانيءَ جو بڪرو بنايو وڃي ٿو. جا شيءِ اهم آهي. اهو (ادارو) رياست جو آهي. جنهن کي ذري گهٽ مقدس يا پاڪ حيثيت حاصل آهي. اها پنهنجي بهبودي ماڻي ٿي ۽ ڪيس شهرين جي بهبودي ۽ خوشحاليءَ جي ڪابه پرواهه ڪانه آهي. هي تصور مارڪس هيگل کان ورتو هو. جو بنيادي طور عيسائي اخلاقيات جي منافي آهي. جنهن جي تائيد عيسائين کان آزاد خيال مفڪر به ڪن ٿا. روسي دنيا ۾

انساني عظمت ۽ تڪريم جي ڪابہ وقعت ڪانہ آهي. اتي صحيح ۽ جائز طور سمجهيو وڃي ٿو تہ انسان پلي ذليل غلامن جي حيثيت اختيار ڪن. اڌ مقدس هستين اڳيان جهڪندا وتن. جيڪي رياست جي عظمت ڪي هڪ هنڌ ڪن ٿا ۽ انجا نشان آهن.

The Russian Government has a different conception of the ends of life. The individual is thought to be of no importance. He is expendable. What is important is the stata which is regarded as some thing almost divine and having a welfare of its own not consisting in the welfare of citizens This view, which Marx took over from Hegel, is fundament ally opposed to the Christian ethic, which in the west is a ccepted by free thinkers as well as by the Christians, in the Soviet world human diginity counts for no thing. It is thougt right and proper that men should be groveling slaves bowing down before the semi divine beings who embody the grea teness of the state. (P_ 186, 1960 E D London)

"ڪميونسٽ پٽرنامہ" جو مصنف ڪارل مارڪس هن دنيا جي تعبير ڪرڻ بدران ان جي تبديليءَ جي تلقين ڪري ٿو. مثال طور پنهنجي مشهور ڪتاب "جرمن نظريہ" (german Ideology) ۾ هو دنيا جي تعبير ڪرڻ لاءِ اڳين فلسفين تي تنقيد ڪندي لکي ٿو تہ "فلسفين فقط هن دنيا جي تعبير ڪيترن ئي طريقن سان ڪئي آهي. اصل نڪتو آهي ان کي تبديل ڪرڻ جو."

The philosophers have only interpreted the world in various ways, the point is to change it (P_ 647, 1965 E D, Moscow)

مارڪس جا مٿيان الفاظ جذباتي ضرور آهن. جن کي پڙهي هڪ سطح بين شخص متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهي. پر علمي طور تي مارڪس جو هي قول غيرسائنسي آهي. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ اوهان هن دنيا کي تيستائين صحيح طور تبديل ڪري نٿا سگهو ، جيستائين ان کي سمجهي نٿا سگهو. دنيا جي تعبير ڪرڻ بغير ان جي تبديلي جي خواهش ڪرڻ هڪ حقيقت پسند فعل نہ آهي. اهڙي تبديلي مان منفي نتيجا مرتب ٿيندا ۽ انسان ذات کي ان مان ڪوڏيءَ جيترو فائدو بہ هڙ حاصل ڪونہ ٿيندو. هن دنيا جي سمجهڻ ۽ نعبير ڪرڻ کان مارڪس دست برداريءَ جو اعلان ڪيو هو ۽ سموري دماغ سوزي ان جي تبديليءَ لاءِ وقف ڪيائين. اهڙيءَ تبديلي جو واحد نسخو سندس بين الاقوامي شهرت يافتہ ۽ زير تبصره ڪتاب "ڪميونسٽ پڌرنامو" آهي. هن ئي ڪتاب جي اصولن مطابق روس ۾ گورنمينٽ ۽ سوسائٽي جي تشڪيل ٿي. ان مان انسان ذات کي فائدي بہ ٳن سخت نقصان پهتو. جنهن جي جهلڪ اوهان مٿي پڙهي آيا آهيو.

ان جي برعڪس ١٠٠٠ جي نبين سڳورن هن دنيا جي صحيح تعبير پيش ڪئي ۽ ان کي بدلائڻ لاءِ پنهنجن جانين جي بازي لڳائي اسان جو نبي ﷺ ان سلسلي جي آخري ڪڙي آهي. چوڏهن سئو سال گذرڻ بعد اڄ بہ اسان جا دشمن هن جي تبديلي يا انقلاب کي خراج تحسين پيش ٿا ڪن. انهن جو چوڻ آهي تہ سيني تاريخ ساز انسانن جي پيٽ ۾ اسان جي آقا جي

حيثيت پهرين نمبر تي آهي. 1978ع ۾ آمريڪا مان هڪ ڪتاب شايع ٿيو آهي. ان جو مصنف نامور مورخ ۽ دانشور پروفيسر مائيڪل ايچ. هارٽ (Michael H. Hart) آهي. ليکڪ دنيا جي تاريخ مان هڪ سئو جي تعداد ۾ اهڙن شخصن جو انتخاب ڪيو آهي، جنهن لاءِ مصنف جو چوڻ آهي ته انهن تاريخ کي وڏي ۾ وڏو متاثر ڪيو آهي. ڪتاب جو نالو آهي

The 100. a ranking of the most influencial persons in History.

هن ڪتاب جي لسٽ ۾ پروفيسر هارٽ اسانجي پياري پيغمبر حضرت ﷺ جو نالو پهرين نمبر تي ڄاڻايو آهي، ٻئي نمبر ۾ آئيزڪ نيوٽن (مشهور سائنسدان) جو نالو اچي ٿو. ڪميونسٽ پڌرنامي جي مصنف ڪارل مارڪس جو نالو يارهين نمبر تي رکيل آهي.

رسول ڪريم ﷺ بابت مسٽر مائيڪل هارٽ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "منهنجي طرفان دنيا جي وڏي ۾ وڏي متاثر ڪندڙ شخصيتن جي لسٽ ۾ پهرين نمبر تي حضرت محمد ﷺ جي انتخاب تي شايد ڪن پڙهندڙن کي تعجب لڳي ۽ ٻيا وري ان تي اعتراض به ڪن. پر تاريخ ۾ هي ئي هڪ اهڙو شخص ٿي گذريو آهي، جيڪو ٻنهي مذهبي توڙي دنيوي حلقن تائين وڏي ۾ وڏو ڪامياب رهيو."

My choice of Muhammad to lead the list of the world, most influencial persons may surpise some readres and may by questioned by others. But he was the only man in hi story who was superemely successful on

both the religious and secular levels. (P. 33, New york 1978 ED).

مارڪس ۽ سندس پوئلڳن جي اخلاقي پوزيشن مٿي اوهان پڙهي آيا آهيو پر محسن انسانيت حضرت محمد ﷺ بلند ترين اخلاقي حيثيت جا مالڪ هئا ۽ سندن بدترين مخالف يعني ڪفار مڪ کين "الامين" جي لقب سان پڪاريندا هئا. حضور جن جو مغربي سوانح نگار سروليم ميور (Muir) صاحب پنهنجي ڪتاب "حضرت محمد ﷺ جي زندگي (The life of Muhammad) ۾ اسان جي نبيءَ سڳوري جي اخلاق، ڪردار ۽ امين هجڻ بابت هيٺين طرح بي حد تعريف ڪري ٿو.

Our authorities all agree in ascribing to the youth of Mohammad a modesty of deportment and purity of menners rare among the people of Mecca. The fair character and honourable bearing of the un obtrusive youth won the approbation of his fellow citizens, and he received the title, by common consent of Al. amin the faithful.

اقتدار انسان جي ڪردار، عفو درگذر ۽ رحمدليءَ بابت وڏو ٽيسٽ آهي. اسان مٿي پڙهي آيا سون ته مارڪس جي پوئلڳن کي جڏهن روس ۾ حڪومت ملي ته انهن پنهنجن مخالفن تي ايترو ته ظلم، تشدد ۽ ڏاڍ جو مظاهرو ڪيو، جو چنگيز خان جو روح به شرمائجي وڃي ٿو. اسين ڏسون ٿا ته حضرت محمد ﷺ به فاتح مڪ ٿي آيو ڪيس سڄي عرب جي حڪومت ملي. مهڙي ڳلي اقتدار جي دور ۾ هن ڪمال فياضي، فراخ دلي ۽

رحمدليءَ جو مظاهرو ڪنديءَ هن پنهنجن مخالفن کي بہ معافي ڏني، جن هن تي طرحين طرحين ظلم ڪيا هئا. ايتري قدر جو سندس چاچي حضرت حمزه رضہ جو جيرو ڪاڍو ويو هو. خود حضور جن جو پنهنجو فرمان آهي تہ "ما اوذي نبي قط ما اوذيت" يعني "ڪنهن بہ نبيءَ کي ايترو نہ ايذايو ويو، جيترو مون تي ايذاء ڪيو ويو." ان جي باوجود حضور جن پنهنجن سڀني مخالفن کي معافي ڏيڻ جو اعلان ڪيو هو. تاريخ اهڙي مثال پيش ڪرڻ کان قاصر آهي. ان نموني نبي سڳورو مديني مان فاتح مڪ تي آيو. مڪ جي بازارين ۾ نہ رتوڇاڻ ٿي، نہ ڪنهن کي لٽيو ڦريو ويو، ۽ نہ ڪنهن جي عصمت دري ٿي. هزارن جي آباديءَ مان فقط چئن ماڻهن کي سزا ملي. رسول اڪرم ﷺ جي هن طرز عمل تي خود مغربي مورخين حيراني ۽ اچرج جو اظهار ڪيو آهي ۽ لکن ٿا تہ "فتوحات جي تاريخن ۾ هن هڪڙي فتح جو بيو مثال ئي نٿو ملي." جيئن مشهور مغربي مورخ ڊاڪٽر پروفيسر اسٽنلي لين پول (Lane pool) فاتح مڪ حضرت محمد ﷺ بابت لکيو آهي تہ:

It was thus that Mohammad enteret again his native city. Through all the annals of coquest there is no triumphant entry !ike unto this one. (quoted apology for Muhammad P_ 36, by god rfey Higgins, Introduction)

حضور ﷺ جن هڪ اسلامي رياست جا پاڻ سربراھ بڻيا هئا. پر هو بين دنيوي حڪمرانن وانگر پنهنجي شخصي رعب، دبدبي ۽ شان وشوڪت کان نفرت ڪندا هئا. عرب جي ڪيس بادشاهي ملي، ان جي باوجود تڏي تي سمهندا هئا ۽ اميريءَ ۾ بہ فقير هئا. نہ باڊي گارڊ ۽ نہ فوجي مظاهرو. حضور جن جي هھڙيءَ سادگي واري زندگيءَ جو مغربي محققين خاص نوٽيس ورتو آهي. محمد ﷺ ڪهڙي قسم جو سربراھ مملڪت هو. ان جو جواب ڏيندي هڪ

يورپي ليکڪ مسٽر باس ورٿ سمٿ (Bosworth) پنهنجي ڪتاب (Mohammad and Mohammadanism) ۾ لکي ٿو ته:

Head of the state as well as that of church, he was casar and popein one, but he was pope without pope,s pretensions, casar with out legions of casar. Without astanding army, without a body guard, without a palace, without a fixed revenue if ever any man had the right to say that he ruled by a right divine, it was Mohammad. Far he had all the power without its instruements and with out its suppoer.

By a fortune absoluetely unique in history, Mohammad is a three fold founder of a antion, of an empire, and of a religion. (P_ 340).

حضور ﷺ جن پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ صحابہ ڪرام جو هڪ اهڙو مخلص ايماندار ۽ خدا ترس ٽولو ٺاهيو. جن نبيءَ جي انتقال کان پوءِ نهايت سرفروشي ۽ جوش وخروش سان پنهنجي آقا جي مشن کي وڌايو. سندن اهڙن جا نشارن جو تعداد هزارن ۾ هو. مارڪس کي اهڙا ماڻهو ڪين مليا. جو جو سندس ڪميونسٽ پڏرنامہ کي پڙهي انسان ظالم، جابر، خوني ۽ پٿر دل ته ٿي سگهي ٿو، پر هڪ صحيح انسان ۽ انسان دوست ٿي نٿو سگهي. رسول خدا جي وفات کان پوءِ حضور ابوبڪر صديق رضہ خليفو مقرر ڪيو ويو. هن خلافت جي مسند تي ويهڻ شرط جا بهترين تقرير ڪئي، سا اڃا تائين تاريخ جي ڪتابن ۾ محفوظ آهي. ان کي پڙهي سندس خداترسي، انسان دوستي ۽ سادگيءَ بابت روشني پوي ٿي.

مشهور انگريز تاريخدان سر وليم ميور (Mwir) پنهنجي ڪتاب "خلافت، ان جو عروج ۽ زوال" ( The caliphate,Its_Rise, Decline and Fall) ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضه جي خليفه مقرر ٿيڻ تي سامعين آڏو پهرين ڪيل تقرير نقل ڪئي آهي. ان مان ڪي ٽڪرا قارئين جي دلچسپيءَ لاءِ نقل ڪجن ٿا. ان ڪي پڙهي سولائيءَ سان حضرت ابا بڪر جي عظمت ۽ انسان دوستيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

حضرت صديق اڪبر رضه فرمايو تہ "انسانو! هاڻي مان اوهان تي حاڪم آهيان، جيتوڻيڪ اوهان مان بهترين شخص نہ آهيان. جيڪڏهن ڪو چڱو ڪم ڪيان تہ منهنجي حمايت ڪريو. اگر منهنجا ڪڏا ڪرتوت هجن تہ مون کي سڌو ڪجوءِ . اوهان مان ڪمزور مون وٽ طاقتور آهي. جيستائين مان هن جي تڪليف دور نہ ڪيان ۽ اوهان مان طاقتور جي حيثيت مون وٽ ڪمزور جهڙي رهنديءَ تان جو طاقتور کان انشاء الله قبايل شيون حاصل نہ ڪيان. جيستائين مان الله ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪيان تيستائين منهنجي فرمانبرداري ڪيو. پر جيڪڏهن مان خدا ۽ رسول جو بي فرمان ٿيان تہ اهڙيءَ حالت ۾ اوهان جي مٿان منهنجي اطاعت لازم نہ آهي."

"oh people now I am Ruler over you,albeitnot the best amongst you. If I do well,support me if ill, Then set me right. The weaker amongst you Shall be as stronger with me until that I shall have rederessed his wrong and

**the stroneer Shall be as the weaker until if the Lord will, Ishall have taken from him that which he has wrested. Obey me as I obey the Lord and his prophet, where in I disobey, obey me not. (P_ 4, 5, Beirut)**

غور ڪري ڏسبو ته حضرت ابوبڪر رضه جي مٿئين تقرير انساني حقن جي حفاظت لاءِ مڪنا ڪارنا جي حيثيت رکي ٿي. دنيا جي تاريخ ۾ شايد ئي اهڙو حڪمران مليو، جيڪو پنهنجي مٿان پاڻ تنقيد جي دعوت ڏئي ۽ انسانن کي آزادي اظهار جي ضمانت ڏي. اسلام ۾ اهڙي حڪمرانيءَ جو تصور موجود آهي.

پنهنجي ڪرعلي ۽ مفتوح دشمنن تي شفقت ۽ فياضيءَ جو سلوڪ انسانيت جو وڏو معراج آهي ۽ اهڙيءَ روش جي جيتري به تعريف ڪجي اوتري گهٽ آهي. ان معاملي ۾ امير المومنين، حضرت علي رضه جي حيثيت سڀني دنيوي حڪمرانن جي ڀيٽ ۾ اعليٰ ۽ ارفع آهي. سندن اهڙي ڪردار بابت ميور جي ڪتاب مان هڪ جملو نقل ڪجي ٿو. لکي ٿو ته "حضرت علي رضه جي اخلاقي زندگيءَ ۾ ڪيترين ئي ڳالهين تعريف جي لائق آهن. نرم دل ۽ ٻاجهارو هو. جڏهن بصره شهر تي هو فاتح بڻيو ته اتان جي رهواسين سان هو سخا ۽ صبر سان پيش آيو."

**In the character of Ali There are many things to Commend, Mild and Benefecient, he treated Basra when Prostrate at his feet, with a generous for bearance. (P_ 304**

نبي ﷺ جي تعليمات مان اهڙا ئي بلند ڪردار وارا شخص پيدا ٿيا جن جي عظمت چوڏهن سئو سال گذرڻ بعد به اسانجي مخالف مذهب مورخن وٽ تسليم ٿيل آهي. رسول ڪريم صه جي آندل اسلامي نظام ۾ ئي انسانيت جا تمام مسئلا حل ٿي سگهن ٿا.

مون مٿي اسلامي نظام ۽ انجي علمبردارن جي ڪردار بابت مختصر طور اُن ڪري روشني وڌي چاڪاڻ ته مون مارڪس جي ڪميونزم واري نظام کي رد ۽ باطل ثابت ڪيو. ان ڪري پڙهندڙ حضرات جي ذهنن ۾ هڪ سوال اڀري سگهي ٿو. سوال هي آهي ته ڪميونزم جي عوض ٻيو ڪهڙو نظام انساني مسائل کي حل ڪري سگهي ٿو. هن سوال جي جواب ۾ مون اسلامي نظام جي مٿي ٿوري وضاحت ڪئي آهي.

هيٺ مان ڪميونسٽ منشور جي ليکڪ مارڪس جي حياتيءَ بابت مختصر احوال نقل ڪندس.

مارڪس جي پيدائش

ڪارل مارڪس جرمني جي صوبي رينلئنڊ (Rhineland) جي هڪ ننڍي شهر ٽريوز (Trier) ۾ تاريخ پنجين مئي ارڙهن سئو ارڙهن ۾ (_5_5) 1818ع ۾ هڪ يهودي خاندان ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ جو نالو هينرخ مارڪس (Heinrich Marx) هو. جنهن مارڪس جي جنم کان ڇهن سالن بعد يعني سال 1824ع ۾ عيسائين جو پروٽيسٽنٽ مذهب اختيار ڪيو هو. مارڪس جو ابو وڪالت جو ڌنڌو ڪندو هو ۽ ان مان چڱا ڏوڪڙ ڪمائي خوشحال ٿيو هو. ٽريوز جو شهر جرمنيءَ جي (Moselle) موزلي نديءَ جي ڪناري تي اڏيل آهي. تاريخ جي سنسر طريقي ملاحظ ڪيو جو دهريه مارڪس جي جنم واري هنڌ ٽريوز شهر ۾عيسائي مذهب جا ڪيترائي درويش ۽ صوفي پيدا ٿيا هئا. مثال طور هن ئي شهر ۾ عيسائين جو مشهور صوفي دينيات جو ماهر سينٽ امبروز (Ambrose) 339ع ۾ ڄائو ۽ 397ع ۾ وفات ڪيائين. جنهن بقول مورخ ٽوائنبي (Toynbee) جي "چرچ جي تاريخ ۾ وڏو اهم ڪردار ادا ڪيو هو."

"Am brose Played great part in the history of church.

مارڪس به سينٽ امبروز جو ڳوٺائي هو. مارڪس تي لکڻ وارن سندس فڪري ارتقا بابت هن جي آبائي يهودي مذهب کي جوابدار ٺهرايو

هو. نڪولاس برڊائي (Nicolas Berdayc) پنهنجي ڪتاب "تاريخ جي معني (The Meaning of History) ۾ يهودي مذهب بابت لکي ٿو ته "يهودي فڪر آخرت (ٻيءَ دنيا) تي هرگز مبني نه آهي بلڪ ان هميشه موجوده دنيا جي اندر امن، شانتي ۽ خوشحالي واري دور قائم ڪرڻ تي زور ڏنو."

For Jewish thought has never been other wordly and it has always insisted upon the duty of estabilishing an era of peace and happiress in this present world. (p_ 99)

اهو ئي سبب آهي جو مارڪس جي فڪر جو پرواز فقط هن فاني دنيا ۾ مادي دنيا تائين محدود آهي. اهو محض اتفاق نه آهي بلڪ حقيقت آهي ته مارڪس جي دور کان وٺي اڄ تائين گهڻو ڪري وڏا ڪميونسٽ ليڊر يهودي ئي گذريا آهن جهڙوڪ ٽرائڪسي بخارن ۽ ٻيا ڪيترائي. مارڪس جو اصل فيملي نالو "ليوي" (Levi) هو ۽ سندس دوست پيار منجهان کيس "مور" (Moor) به ڪوئيندا هئا.

**مارڪس ۽ سندس يهودي نسليت. تفصيلي احوال**

مورخن لکيو آهي ته مارڪس جا ابا ڏاڏا سترهين صديءَ تائين ٽريوز شهر ۾ يهودي مذهب جا وڏا فقيهه ۽ عالم (Rebbies) ٿي گذريا آهن ۽ ماڻهو مذهبي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ وٽن رجوع ڪندا هئا. ڊيوڊ مڪلان (David Mclellon) پنهنجي "مارڪس مارڪسزم کان اڳ" ( Marx before Marxism) واري محققانه ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "ڪارل مارڪس کان وڌيڪ يهودي ڪنيت يا نسبت رکڻ وارو ٻيو ڪو ماڻهو مشڪل سان ملندو."

It would be difficult to find any one who had more Jewish ancestory than kari Marx. (p_42)

ڪارل مارڪس جو ڏاڏو هاليوي مارڪس (Halvi Marx) پنهنجي سهري جي مرڻ کان پوءِ سندس جاءِ تي يهودي مذهب جو ٽريوز شهر ۾ مفتي ۽ فقيهه مقرر ٿيو هو. هاليوي مارڪس جي مرڻ کان پوءِ سندس وڏو پٽ سئمل (Samul) ڪارل مارڪس جو چاچو، مشتين گادي تي ويٺو. جنهن 1827ع ۾ وفات ڪئي هئي. مارڪس جي ڏاڏيءَ مسمات چاگيءَ (Chagc) جو به ساڳيو ئي مذهبي ماحول هو. جنهن جو پيءُ موززلو (Mosceslow) به ٽيويز شهر ۾ يهودي مذهب جو وڏو پادري ٿي گذريو. مارڪس جي ڏاڏيءَ مائي چاگيءَ جو ڏاڏو جوشو هيشل (Joshue Heschel) پنهنجي زماني ۾ يهودي مذهب ۾ وڏو پوپ ٿي گذريو آهي. جنهن 1723ع ۾ ٽريوز شهر ۾ هن مذهبي گاديءَ جي چارج سنڀالي ۽ هو نه فقط ٽيويز جو پر پوريءَ يهوديءَ دنيا جو مفتيءِ اعظم هو ۽ سندس مشوري بغير پوري يهودي دنيا ۾ ڪوبه اهم فيصلو نه ڪيو ويندو هو. جيئن مشڪليلان هه. ٿمل جي مذهبي عظمت بابت لکيو آهي.

It was said of him that no important decision was taken in the Jewish world without his having first been consulted. (P_42)

ان کان اڳ هيشل جو پيءُ ايران (Aron) پڻ سانده ويهن سالن تائين ٽريوز جو يهودي پنڊت ٿي گذريو آهي.

ڪارل مارڪس جي ماءُ

سٽن پيڙهين تائين ڪارل مارڪس جو نسب محققن رڪارڊ ڪيو آهي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته مارڪس جا وڏا ابا ڏاڏا نه فقط يهودي هئا. پر اهي يهودي مذهب جا وڏا مفتي ۽ عالم ٿي گذريا. جن وٽ ديني معاملات بابت پوريءَ يهودي دنيا جا ماڻهو رجوع ڪندا هئا ۽ مارڪس جي وڏن جي مشوري بغير ڪوبه اهم ديني فيصلو ڪونه ٿيندو هو. البته مارڪس جي ماءُ جي ڪنيت ۽ نسب بابت ايتري معلومات مهيا ڪانه ٿي سگهي. ان ڳالهه جي

پڪي ثابتي ملي آهي تہ اسحاق پريسبرگ (Issaque Pressburg) يعني مارڪس جو ناتو هالئنڊ جي شهر (Nijmegen) نجميگن ۾ يهودي مذهب جو پادري هو . مارڪس جي ڌيءُ الينار (Eleanor) پنهنجي ڏاڏيءُ جي خاندان بابت لکي ٿي تہ "سندس ڏاڏيءُ جي ڪٽنب مان صدين تائين ڪيترائي فرزند يهودي مذهب جا وڏا عالم ٿي گذريا آهن."

**According to Eleanor Marx, in her grand mothers family the sons had for centuries been Rabbis.**

جرمنيءَ ۾ ارتقائي سوشلزم (Evolutionary Socialism) جو علمبردار برنسٽين (Bernstein) مارڪس جي ننڍي ۾ ننڍي ڌيءُ الينار بابت لکي ٿو تہ . هو اسان سان ويهي وڏي فخر سان چوندي هئي تہ "مان هڪ يهودڻ آهيان." (I am a Jewess) هين (Heine) هيس (Hess) مارڪس جا ٻہ وڏا گهاٽا يهودي دوست هئا. ان مان پهرين پروٽيسٽنٽ مذهب اختيار ڪيو هو ۽ ٻيو پڪو منڪر خدا هو. پر ان هوندي بہ "ٻئي موت جي گهڙيءَ تائين پنهنجي يهودي شعور کي برقرار رکندا آيا."

**Both retained their Jewish self consciousness until the end of their lives. (p_43)**

پنهنجي خانداني پس منظر کان متاثر ٿيڻ هڪ فطري ۽ حياتياتي حقيقت آهي. جنهن کان هرگز انڪار ڪري نٿو سگهجي. موجوده دور جا نفسياتي ماهر بہ اها ڳالهہ تسليم ڪن ٿا ۽ جيئن مثال مشهور آهي تہ "ڪل شيءِ يرجع الیٰ اصلہ" يعني هر شيءِ پنهنجي اصليت ڏانهن موٽندي آهي. هزارها ورهين کان وٺي هن ڌرتيءَ جا انسان حسب نسب کي وڏي اهميت ڏيندا رهيا آهن. اسانجي نبي ﷺ جو مثال وٺي ڏسبو. پاڻ سڳورن روم جي بادشاہ هرقل (هرڪيولز) کي اسلام جي دعوت لاءِ خط لکيو هو. صحيح حديث ۾ روايت آهي تہ هرقل بادشاہ. ابوسفيان جي قيادت ۾ آيل مڪہ جي قريشين جي هڪ وفد کي گهرايو ۽ کانئن حضور جن جي شخصيت ۽

دعوت بابت ڪجھ سوال ڪيا. ان مان هڪ سوال رسول خدا جي حسب نسب بابت پڻ هو. هرقل ابو سفيان کان پڇيو ته "قال ڪيف هو فيڪم فقال ابوسفيان هو فينا ذوحسب. فقال هرقل والرسل تبعث في احساب قومها." هو اوهان ۾ ڪيئن آهي ابو سفيان ورندي ڏني ته هو اسان ۾ حسب نسب رکڻ وارو آهي. هرقل جواب ڏنو ته برابر رسول پنهنجن قومن ۾ حسب نسب رکڻ وارا موڪليا ويندا آهن. معلوم ٿيو آهي ته حسب نسب جو معاملو سائنسي حقيقت آهي. وڌيڪ وضاحت لاءِ هڪ ٻيو مثال عرض رکندس. ايران جي مشهور شاعر فردوسي کي جڏهن محمود غزنوي انعام ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجي وچن کان ڦري ويو ته فردوسي پنهنجي هڪ شعر ۾ محمود جي حسب نسب کي نشانو بڻايو ۽ چيو ته جيڪڏهن بادشاه جو پيءُ بادشاه ۽ سندس ماءُ راڻي هجي ها ته جيڪر مون کي چانديءَ ۽ دولت سان مالا مال ڪري ڇڏي ها."

| | | | |
|---|---|---|---|
| اگر | شاه | را | شاه بودے، پدر |
| بسر | برنهاد | مرا | تاج زر |
| اگر | مادر | شاه | بانو بدے، |
| مرا سيم | و | زر | تابزانو بدے، |

محمود جو پيءُ هڪ ترڪ غلام هو. ان ڪري فردوسي هن جي حسب نسب تي حملو ڪيو هو. غرضيڪ ماڻهوءَ جو حسب نسب. هن جي قوميت ۽ مذهب سندس فڪري ارتقا تي اثر انداز ٿين ٿا ۽ مارڪس به ان کان مستثنيٰ نه هو. هن سائنسي طور تي ڪميونزم جو نظريو پيش ڪري دنيا کي هڪ ڇڪتاڻ پيدا ڪري ڇڏي. انسانيت جا اقدار مٽجي ويا ۽ نفرت جو ٻج پوکيو. خونريزي لاءِ تياري ڪرائي. انسان سندس نظريه جا وفادار بڻجي خالق ڪائنات کان بغاوت ڪن ٿا. ان قسم جي وسيع پيماني تي خرابي جي اميد فقط مارڪس جهڙي يهودي دماغ کان ئي ڪري سگهجي ٿي. هو

عين يهودي فڪر مطابق هن دنيا کي سمجهڻ ۽ ان مان مطلب ڪيڻ جي ڪوشش ڪي نندي ٿو. مثلا جرمن فلسفي فيوئرباخ تي مارڪس 1945ع ۾ (I heses on Feuerbach) نالي هڪ ڪتابچو لکيو آهي. جنهن ۾ چوي ٿو تہ "فلسفين ڪيترن ئي نمونن سان محض دنيا جي تشريح ڪئي آهي، پر دنيا کي بدلائڻ ئي حقيقي ڪم آهي."

Phi. .sophers. Have only interpreted the world in various ways, but the real task is to alter it.

مٿين جملي سان مارڪس جي يهودي فڪر جي جهلڪ ڏسڻ ۾ ٿي اچي. هي فڪر سمورو ناقص آهي. دنيا کي سمجهڻ بغير محض ان جي تبديلي جي خواهش ڪرڻ حماقت آهي. جيستائين دنيا کي صحيح طور نہ سمجهبو. ايستائين صحت مند بنيادن تي ان جي تبديلي ناممڪن آهي.

مارڪس جي پيءُ پنهنجہ مذهب ڇو تبديل ڪيو

مٿي ٻڌايو ويو تہ مارڪس جي پيءُ هينرخ مارڪس پنهنجي آبائي يهودي مذهب کي ترڪ ڪري عيسائي مذهب اختيار ڪيو هو. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ مارڪس جي والد پنهنجو مذهب ڇو مٽايو؟ مارڪس جي سوانح نگار مهرنگ (Mehring) لکيو آهي تہ عيسائين جو پروٽيسٽنٽ مذهب ڪيس وڻي ويو ڇو جو ان جا مٿا هينرخ جي صوفيانہ معتقدات (Deistic believes) سان هم آهنگ هئا. (ملاحظہ ٿئي مهرنگ جو ڪتاب "مارڪس" صفحو 3. 1936ع ايڊيشن). پر ماسڪو مان ڪارل مارڪس جي سرڪار طرفان سوانح حيات 1973ع ۾ پروگريس پبليڪيشن وارن شايع ڪرائي. هي ڪتاب روسي اديبن جي هڪ بورڊ لکيو آهي. مارڪس جي پيءُ پنهنجو يهودي مذهب ڇو بدلايو؟ ان سوال جو جواب ڏيندي فاضل مصنف لکن ٿا تہ "ان وقت جرمنيءَ ۾ يهودي خاص پابندين جا شڪار هئا. ان ڪري ڪارل مارڪس جي جنم کان ٿورو وقت

اگ ۾ سنلس پيءُ پنهنجو آبائي مذهب ڇڏي پروٽيسٽنٽ مذهب اختيار ڪيو هو. ان کان پوءِ سنلس زال ۽ ٻار به عيسائي مذهب ۾ شامل ٿيا هئا."

Shortly before Karl was born, he renunciated Judaism and adopted the Lutheran faith, because of the restrictions to which the jews were then subjected in Germany Later his wife and children were also baptized.
(Karl Marx, A biography, P_20 Moscow, 1973 E D.)

مارڪس جي پيءُ ڇو عيسائي مذهب اختيار ڪيو؟ ان بابت مٿي سنلس سوانح نگار مهرنگ جي راءِ جديد تحقيق مطابق غلط ثابت ٿي آهي. مارڪس جو ڏاڏو به آنجهاني جواهر لال نهرو جي پيءُ موتي لال نهرو وانگر لبرل خيالات جو حامل هو. هينرخ مارڪس نه تصوف ۾ ايڏي دلچسپي وٺندو هو ۽ نه ڪي عيسائي مذهب جو پرستار هو. البت روسي اديبن جي هن بابت راءِ ـ صحيح ۽ جديد تحقيق جي مطابق آهي. جيئن مٿي مارڪس جي سوانح حيات مان هڪ حوالو نقل ڪيو ويو ته "ان وقت يهودي جرمنيءَ ۾ خاص پابندين جا شڪار هئا. ان ڪري ڪارل مارڪس جي پيءُ پنهنجو مذهب بدلايو هو." پر بيشڪ ان وقت جرمنيءَ ۾ يهودين تي پابنديون هيون. اها ڳالهه تاريخ مان به ثابت آهي پر اهو ڪهڙو خاص واقعو هو، جنهنڪري مارڪس جي پيءُ پنهنجو دين بدلايو؟ ان لاءِ مارڪس جي روسي سوانح نگارن ڪا به وضاحت ڪانه ڪئي آهي. روسي ليکڪن جي عادت آهي ته هو تاريخ کي مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ گول مول ڳالهه لکي ويندا آهن. هر شخص جنهن روسي ڪتاب پڙهيا آهن. سو مون سان اتفاق ڪندو. روسي اديبن کي خبر آهي ته مذهب جي تبديلي بابت جيڪڏهن اصل حقيقت مٿان آڏو ظاهر ٿيندي ته مارڪس جي والد جي وقار کي ڌڪ پهچندو. ان ڪري روسي اصل سبب لڪائين ٿا.

تبديل مذهب جو اصل سبب

جديد تحقيقات مان ثابت ٿي ويو آهي ته مارڪس جي پيءُ ماني، ڳيپي يعني نوڪري حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي آبائي دين کي قربان ڪيو هو.

تفصيل هن ريت آهي تہ ارڙهين صديءَ ٽاران مارڪس جو آبائي صوبو فرينچن جي قبضي هيٺ آيو هو ۽ سمورو صوبو نيپولين جي ايمپائر ۾ شامل ٿيو. 1815ع تائين هن صوبي ۾ نيپولين جا وضع ٿيل قوانين نافذ رهيا هئا جي 1808ع ۾ جوڙيا ويا. نيپولين جي قانونن ۾ رينلئنڊ جي يهودين کي ڪلي آزادي هئي. يهودين کي سياسي توڙي اقتصادي حقن جي ضمانت مليل هئي. ان مان هينرخ مارڪس بہ خوش هو. رينلئنڊ جي مستقبل بابت 1815ع ۾ وائنا (Viena) ڪانفرنس منعقد ٿي هئي. هن ڪانفرنس ۾ طيءِ ڪيو ويو تہ رينلئنڊ جو صوبو فرينچن کان آزاد ڪري پيهر پروشيا (Prussia) سرڪار ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ ان طرح مارڪس جو صوبو پرشين ايمپائر جو صوبو ٿيو ۽ يهودين سان ساڳيو پروشيا جو 1812ع وارو ائڪٽ (Act) لاڳو ٿيو هو. هن قانون مطابق سرڪاري عهدن تي يهودي قوم جا ماڻهو خاص اجازت کان سواءِ فائز نہ ٿي سگهيا. صوبائي سپريم ڪورٽ جو صدر وان سيني (Vonsetine) اپريل 1816ع ۾ رينلئنڊ ۾ گشت تي نڪتو هو ۽ هن ٽريوز شهر ۾ نوڪري بابت مارڪس جي پيءُ هينرخ مارڪس جو انٽرويو ورتو. هينرخ وارن سينيءَ کي پنهنجي مشقت ذهانت ۽ قابليت کان ڪافي متاثر ڪيو هو. آخرڪار صوبائي سپريم ڪورٽ جي صدر مارڪس جي پيءُ سان گڏ ٻن يهودي آفيسرن لاءِ سفارش ڪئي تہ انهن کي پنهنجن اڳ مليل عهدن تي بحال ڪيو وڃي. پر ان وقت پروشيا جو وزير قانون ڪرخشين (Kirchersen) سيني جي سفارشن کي رد ڪري ڇڏيو ۽ حڪم ڪيو تہ اهي عهدا فقط عيسائي مذهب وارا ماڻهو سگهن ٿا ۽ يهودين کي پنهنجا عهدا ڇڏڻ گهرجن. مارڪس جي پيءُ مجبور ٿي نوڪري بچائڻ خاطر آگسٽ 1817ع ۾ پادري پاسٽر مهلينڊراف (Pastor Muhlendorf) جي هٿان عيسائيت جو پروٽيسٽنٽ مذهب قبول ڪيو ۽ بعد ۾ سندس ٻار ٻچار 1824ع ۾ عيسائي ٿيا هئا.

حيرت انگيز واقعو

مٿي مارڪس جي روسي سوانح نگارن . تسليم ڪيو تہ يهودين تي جرمنيءَ ۾ پابنديون هيون. ان ڪري مارڪس جي پيءُ پنهنجو مذهب تبديل ڪيو ۽ اهي پابنديون مارڪس جي پيءُ کي نوڪري بابت پيش آيون هن جي آڏو بہ شيون هيون يا مذهب کي ترجيح ڏي يا نوڪريءَ جو انتخاب ڪري. مارڪس جي پيءُ مذهب کي ٺڪرائي نوڪري يعني ماني ڳيي کي ترجيح ڏني. ڇا هن کان وڌيڪ ڪا بي اصولي ٿي سگهي ٿي؟ سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ "پلي بڪ پرم جي شان وڃي شان" نوڪريءَ جي ڪري انسان ايترو بہ ڪري سگهي ٿو. جو ان تي پنهنجي مذهب کي قربان ڪجي.مذهب تہ وڏي ڳالهہ آهي. پر اسان جو مشاهدو آهي تہ اڄوڪي دور ۾ لالچ يا ڏوڪڙ پئسي تي ماڻهو پنهنجي سردارن ۽ ليڊرن کي بہ ڪونہ ٿا ڇڏين. علامہ اقبال رحہ ڪهڙو نہ چڱو چيو تہ:

اي طائر لاهوتي اس رزق سي موت اچهي
جس رزق سي آتي هو پرواز ۾ ڪوتاهي

افسوس جو مارڪس جي پيءُ پنهنجي آبائي مذهب جي عيوض اهڙو رزق هٿ ڪيو. جنهن مان هن جي پرواز ۾ ڪوتاهي آئي. ان کان تہ هن لاءِ موت بهتر هو. اهڙي ئي شخص جي نطفي مان ڪارل مارڪس جهڙو پٽ پيدا ٿيو. عربيءَ ۾ چوندا آهن تہ "الولد سر لابيهہ" پٽ پيءُ جو راز هوندو آهي. سو مارڪس بہ پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هلي پيٽ ۽ اقتصاديات کي خدا جي حيثيت ڏني. مارڪس، ڪميونزم جي نظام پيش

ڪرڻ سان صدين جي دائمي سچي اخلاقيات، مذهب ۽ ماضيءَ جي تمام تاريخي تجربن جهڙوڪ آزادي انصاف وغيره کي ٺڪرايو. جيئن مارڪس پنهنجي "ڪميونسٽ پڌرنامي" (Communist Manifesto) ۾ لکيو آهي ته:

There are besides, eternal truths. Such as freedom, Justice,etc, That are common to all states of society. But communism abolishes. Eternal rtuths, it abolishes all Raligion, and all morality, instead of constiting them on new basis, it there fore acts in contradiction to all past historical experience. P.73 Moscow. 1967 E D.

مارڪس جي پيءُ سان محبت

ڪارل مارڪس جا سڀ سوانح نگار متفق آهن ته هن کي پنهنجي پيءُ سان محبت هوندي هئي، جو پنهنجي پڌرانه شفقت جو مظاهره ڪندو هو. مارڪس پنهنجي پيءُ کي هميشه عزت سان ياد ڪندو هو ۽ سدائين آنجهانيءَ جو فوٽو پاڻ سان سانڍيندو ايندو هو. جڏهن مارڪس مري ويو ته اينگلس مارڪس جي پيءُ جو فوٽو سندس ڪفن ۾ وجهي ڇڏيو هو. جيئن مارڪس جا روسي سوانح نگار لکن ٿا:

Throughout his life, he retained a profound respect for his father,s memory and never parted with his photograph made from an old daguerreotype. When Marx died, Engeles put this photograph in his coffin.. (Karl Marx, P.21, Moscow).

مارڪس جي مرڻ کان پوءِ ڪفن ۾ اينگلس جو سندس پيءُ جو فوٽو وجهڻ هڪ عجيب فعل آهي. ان جي توقع هڪ سچي ڪميونسٽ کان هرگز ٿي نٿي سگهي. واهه اينگلس، تنهنجي سرمايه دارانه بدعتا

### مارڪس پنهنجي پيءُ کي ڪونہ ڀائيندو هو

پنهنجي پيءُ سان مارڪس جي محبت جي روءِ داد اوهان مٿي پڙهي آيا. پر حيرت آهي تہ مارڪس کي پنهنجيءَ منڙيءَ امڙ مسمات هينريٽي پريسبرگ (Henriette Presfburg) سان ڪو انس ۽ پيار ڪونہ هو. ان مان اشتراڪي پيغمبر جي اخلاق جي قلعي کلي ٿي. مارڪس جا روسي سوانح نگار لکن ٿا تہ "هن جي (مارڪس جي ماءُ جي) روحاني دنيا محدود ۽ تنگ هئي. ان ڪري هوءَ پنهنجي مڙس وانگي مارڪس کي پيارو نہ گهرندي هئي.

Her spiritual world was narrow, and she was never a Friend to her son as Henirch was. (P_21)

ماءُ کي پنهنجي اولاد سان فطري پيار ٿئي ٿو ۽ اهو پيءُ کان بہ سرس هوندو آهي. صاف ظاهر آهي تہ مارڪس پنهنجي ماءُ سان پيار نہ ڪندو هو. روسي اديبن جي هيءَ راءِ تہ سندس ماءُ مارڪس سان پيار نہ ڪندي هئي، سراسر غلط ۽ ناقابل اعتبار آهي. ٻين لفظن ۾ مارڪس پنهنجي ماءُ جو پٽيل آهي.

### مارڪس پنهنجي ڀينرن تي سختي ڪندو هو

ڪارل مارڪس کي ٽي ڀائر ۽ پنج ڀينرون هيون. سندس ٽيئي ڀائر تہ ننڍي هوندي لاڏاڻو ڪري ويا. باقي پاڻ ۽ سندس ٽي ڀينرون جيئريون رهيون. سندس ڀينرن جا نالا هئا صوفي (Sophie) ايملي (Emilie) ۽ لوزي (Louise). مارڪس جا سوانح نگار لکن ٿا تہ ننڍي هوندي ئي مارڪس پنهنجي ڀينرن تي تشدد ڪندو هو . مارڪس جي ڌيءَ ايلنار (Eleanor) پنهنجن چاچين جي حوالي سان اها ڳالهہ لکي آهي. ثابت ٿي ويو تہ سواءِ پنهنجي زال جيني مارڪس جي، مارڪس جي دل ۾ عورت ذات لاءِ ڪا بہ شفقت ڪانہ هوندي هئي ۽ اهڙو شخص پوري انسان ذات جو رهبر ڪيئن ڪوٺجي سگهجي ٿو؟

### مارڪس جي شاگردي وارو دور

ڪارل مارڪس 1930ع ۾ ٽريوز اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ سانده پنجن سالن لاءِ ڪيس اسڪول جي تعليم ملي. اسڪول ۾ مارڪس جي ذهني پرورش ۾ سندس قابل استاد وائٽنباخ (Wyttenbaeh) جو وڏو هٿ هو. جنهن مارڪس کي تاريخ جو علم پڙهايو هو. مارڪس جو هي استاد اسڪول جو هيڊ ماستر هو ۽ مارڪس جي فيملي وارن سان سندس ذاتي تعلقات هئا. وائٽنباخ ڪئسينو (Casino) ڪلب قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ان ڪري هو سرڪار جي سي- آءِ- ڊي (C. I. D) جي نگرانيءَ ۾ رهندو هو. آخرڪار هڪڙي ڏينهن اوچتو پوليس اسڪول جي تلاشي ورتي ۽ ڪافي اعتراض جوڳو مواد کين هٿ آيو هو ۽ 1833ع ۾ هڪ اسڪول جو شاگرد پڻ گرفتار ٿيو هو. مارڪس جي رياضي جي هڪ استاد اسٽيننجر (Steininger) تي ماده پرستي ۽ دهريت جا الزام مڙهيا ويا. اسڪول ۾ تخريبي سرگرمين کي روڪڻ لاءِ پروشين سرڪار هڪ ٻئي شخص لوهرس (Lohers) کي ڊپٽي هيڊ ماستر مقرر ڪيو. مارڪس 1835ع تائين اسڪول ۾ تعليم ورتي ۽ اسڪول ڇڏڻ وقت هن دستوري طرح لوهرس کان موڪلايو به نه.

### استادن جو مارڪس جي ذهن تي اثر

ننڍو ٻار گهر ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ جو نقل ڪندو آهي ۽ انهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ اخلاق جو ٻار تي اثر ٿئي ٿو. پيءُ ماءُ کان بعد ۾ ٻار جڏهن اسڪول ۾ تعليم پرائي ٿو ته استاد هن جي ذهن جي تعمير ۾ نمايان ڪردار ادا ڪندا آهن. مارڪس جا استاد به حضرت هئا. وائٽنباخ توڙي اسٽيننجر پڻ دهريا ۽ ماده پرست هئا. جن مارڪس جي ڪچڙي ذهن کي بگاڙي ڇڏيو ۽ پيٽ عوض مذهب کي قربان ڪرڻ جو عمل مارڪس پنهنجي پيءُ کان سکيو.

هڪ عرب شاعر خوب چيو آهي تہ "جڏهن گهر جو وڏو طبلا وڄائيندو رهي ۽ پوءِ ان جو اولاد ناچ ڪري تہ ان صورت ۾ اولاد تي ڇاجي لعنت ملامت؟"

لذا كان رب البيت باطل ضاربا

فلا تلم الاولاد فيہ على رقص

**مارڪس جي حياتي نمونہ عمل نہ آهي**

مارڪس جي زندگي مطالع ڪرڻ سان پڙهندڙن تي عجيب تاثرات مرتب ٿين ٿا. جنهن شخص کي دنيا جي رهنمائيءَ لاءِ ڪميونسٽ دوست بي شمار لٽريچر پيش ڪري رهيا آهن. اهو اصل ۾ هن عزت ۽ مقام جو لائق ئي ڪونہ هو. سچ پڇو تہ مون مارڪس جي زندگي جي احوال معلوم ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي ڪميونسٽ توڙي غير ڪميونسٽ حضرات جا لکيل ڪتاب پڙهيا. مون هن جي زندگيءَ ۾ ايترا جوهر نہ ڏٺا، جي مون کي اجوڪي دور ۾ آنجهاني مهاتما گانڌي جي زندگيءَ ۾ ڏسڻ ۾ آيا. مارڪس خونريزي ۽ تشدد جو پرچار ڪندڙ ۽ مهاتما گانڌي اهنسا جو پوڄاري مارڪس جو فلسفہ نفرت سان ڀريل ۽ مهاتما گانڌيءَ وٽ پيار ئي پيار. مارڪس گفتار جو غازي ۽ مهاتما گانڌي ڪردار جو غازي مارڪس جلاوطن ضرور ٿيو. پر هڪڙو ڏينهن بہ جيل ۾ نہ ويو. مهاتما گانڌي جلاوطن بہ ٿيو ۽ ڪيئي سال جيل ۾ بہ رهيو. مارڪس انسانيت لاءِ پنهنجي ذاتي جان قربان نہ ڪئي ۽ 1883ع ۾ پنهنجي طبعي موت مري ويو. مهاتما گانڌي انسانن کي موت کان بچائڻ لاءِ پاڻ ان جرم جي عوض جنوري انيتاليهن ۾ گوليءَ سان مئو. مارڪس خدا جو منڪر ۽ مهاتما گانڌي پرميشر جو پوڄاري. غرضيڪ مارڪس جي زندگي نمونہ عمل نہ آهي. مارڪس جي پوئلڳن کي مٺيون ڳالهيون ڏکيون لڳنديون، پر حقيقت کي ڪوئي لڪائي نہ سگهندو. اهو ئي سبب آهي جو مان مارڪس جي حياتي جو جائزو ٿورو تفصيل سان وٺندس.

## مارڪس جاهم ڪلاسي(Classmats)

مارڪس پنهنجن همڪلاسين سان دوستي نہ نڀائي سگهيو. ان مان ثابت آهي تہ هن پر سلي دوست هجڻ جون خوبيون موجود نہ هيون. سندس هڪڙو ئي همڪلاسي دوست هو . ۽ اهو آهي ايڊگروان ويسٽافالين (Edgarvon Westapbalen) جو اِڪتي هلي مارڪس جو سالو بڻيو هو.
مارڪس جي زال جيني (Jennny) بہ پنهنجي پاءُ کان ڪافي متاثر هئي، بئرن پاڻ هڪ مهذب ۽ پڙهيل شخص هو جو هڪ ئي وقت جرمن ۽ انگريزي زبانون ڳالهائيندو هو ۽ لاطيني توڙي يوناني ٻولي چڱيءَ طرح لکي پڙهي ويندو هو. بئرن ويسافالين پنهنجي پيٽوئي مارڪس کي رومانوي شاعري کان واقف ڪرايو ۽ کيس شيڪسپيئر ۽ هومر (Homer) جي پڙهڻ جي ترغيب ڏني. مشهور فرينچ سوشلسٽ سئنسٽ سائمن (Saint Simon) جي شخصيت ۽ ڪارنامن پر بئرن مارڪس کي دلچسپي وٺرائي هئي. 1841ع پر مارڪس پنهنجي ڊاڪٽري جي ٿيسز پنهنجي سالي ۽ همڪلاسي بئرن ڏانهن منسوب ڪئي. مارڪس هن ٿيسز پر بئرن کي خراج عقيدت ڏيندي آخر پر لکيو تہ:

You my fatherly friend,have always been for me the living proof that idealism is no illusion but the rtue reality.

## اسڪول پر مارڪس جا سبجيڪٽ

اسڪول پر خاص ٻولين جي سکڻ تي زور ڏنو ويندو هو ۽ مارڪس جي استادن جي رمارڪ مطابق "هو يوناني توڙي لاطيني ٻولين پر چڱو هو. مذهبيات پر اطمينان بخش. هن جي فرنيچ توڙي رياضي ڪمزور ۽ مارڪس عجيب طور علم تاريخ جي شعبہ پر وڌ پر وڌ ڪمزور ۽ چٽ هو." اندازو لڳايو تہ مارڪس. تاريخ جي اقتصادي تعبير پيش ڪئي آهي. جنهن پر هو ٻڌائي ٿو تہ تاريخ پر تمام تحريڪن جي جڙ اقتصاديات آهي. ٻين لفظن پر تہ

تاريخي ماديت (Historical materialism) بہ ڪوٺجي ٿي. علم تاريخ بابت هن قسم جي مضحڪہ خيز دعوي هڪ اهڙي شخص ڪئي آهي، جو سندس استادن جي چوڻ مطابق تاريخ جي علم ۾ وڌ ۾ وڌ ڪمزور ۽ ڇٽ هو. ڇا ان کان وڌيڪ بيهودو مذاق ٿي سگهي ٿو؟

## مارڪس جي مذهبيات جو استاد

مارڪس جي مذهبيات جو استاد جوزف ڪوپر (Kopper) هو، جو سندس پيءُ جو دوست پڻ هو. ڪوپر جي مذهبي تصورات جو سرچشمو مشهور جرمن فلسفي ڪانٽ (kant) جي فلاسفي هوندي هئي. ڪوپر پاڻ بہ لبرل ۽ ترقي پسند خيالات جو حامل هو. ظاهر آهي تہ مارڪس هن کان بہ متاثر ٿيو هوندو.

مارڪس ساڍن پنجن سالن تائين اسڪول جي تعليم ختم ڪري 1835ع ۾ (Bonn) بون يونيورسٽي ۾ قانون جي شعبي ۾ داخلا ورتي هئي ۽ اتي پنهنجي شهر جي شاگردن جي جماعت جو صدر بہ رهيو هو. مارڪس بون ۾ قيام جي دوران گهڻي شراب پيئڻ ڪري هڪڙي ڏينهن لاءِ گرفتار بہ ٿيو هو. ڇو جو بي هوشيءَ جي عالم ۾ هن سڄي رات پاڙي وارن جي ننڊ بہ ڦٽائي هئي. يونيورسٽيءَ جي ماحول ۾ مارڪس لڙائي ۽ جهيڙو بہ ڪندو هو. چنانچہ اهڙي ويڙهہ ۾ 1836ع جي آگسٽ مهيني ۾ پروشيا جي هڪ شخص سان مقابلو ڪندي مارڪس جي ڪنهن اک ضربحي پئي هئي. مارڪس هن جهيڙي ڪرڻ جي وقت ارڙهن سالن جي عمر جو هو. واهہ ڪامريڊ واهہ! اوهان جو ليڊر! مارڪس کي پوري دنيا جي معاملات جي رهبري لاءِ منتخب ڪيو ٿو وڃي ۽ هي شخص پاڻ شراب پي، ٻين جي ننڊ ڦٽائيندو هو ۽ غنڊہ گردي کان بہ ڪم وٺندو هو. خدا جي قدرت ڏسو تہ هن ڌرتي جي ليڊر شپ ڪهڙن ماڻهن کي ملي. بقول شيخ سعيد عليہ رحمت جي:

"اسپ تازي شده مجروح بزير پالان
طوق زرين همه در گردن خرمي بينم"

حسن پرست، عاشق مزاج ۽ شاعر مارڪس پيئندڙ ۽ آواره مزاج همیشه حسن پرست ۽ عاشق مزاج ٿيندا آهن. مارڪس بون يونيورسٽيءَ ۾ پنهنجا ٻه ٽرم پورا ڪري پنهنجي پيءُ جي مشوري مطابق مارڪس برلن يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي هئي. برلن وڃڻ کان اڳ مارڪس پنهنجي اونهاري جي موڪل ڳوٺ ۾ 1936ع ۾ گذاري ۽ اتي جيني وان ويستافيلين (Jennyvon westaphalen) نالي هڪ حسين پري زادي سان هن جو عشق ٿيو. جيني 1814ع ۾ ڄائي هئي. سندس پيءُ لڊوگ ويسٽافالين پروي ڪائونسل جي وڏي عهدي تي فائز هو ۽ ڇوڪريءَ جو ڏاڏو هڪ مشهور ملٽري آفيسر ۽ ڊيوڪ آف برنس وڪ (Brun cwick) جو مشير هو. مارڪس جو سهرو لڊوگ ويسٽافالين سندس پيءُ هينرخ مارڪس جو دوست هو ۽ پاڻ ۾ ڪٽنبي تعلقات هين ۽ انهيءَ رشتي جو ناجائز فائدو وٺي مارڪس هن جي سهٽي ڌيءَ ۾ اکيون وڌيون. ان ۾ ڪا عجب جهڙي ڳالهه نه آهي. ڪامريڊن جو اهو ئي اخلاق آهي. البت مارڪس هڪڙيءَ ڳالهه جي ڪري پڪو ڪامريڊ نه هو. ڇو جو هن جيني جهڙي ڇوڪريءَ سان عشق ڪيو، جا امير گهراڻي سان تعلق رکندي هئي. ڇا ٿئي ها. جيڪر مارڪس هڪ غريب گهراڻي سان پاڻ کي جوڙي ها!

**جنيءَ جي سونهن ۽ جمال**

ڪارل مارڪس جا روسي سوانح نگار لکن ٿا ته جيني هڪ حور هئي جا حسن ۽ جمال ۾ ٽريوزشهر جي سڀني عورتن کان گوءِ کٽي وئي ۽ بعد ۾ مارڪس جيني کي هڪ خط لکيو ته "منهنجي زال لاءِ ٽريوز جا سڀ رهواسي چون ٿا ته هوءَ شهزادي، حور پري آهي."

She had the reputation of being triers most beautiful woman and the belle of its balles. Many years latter Marx

wrote to her from trier It is devilish pleasant for a man to realise that whole town continues to think of his wife as a fairy princess. (Karl Marx, P. 23 Moscow)

مارڪس جيني تي ايترو تہ چريو ٿي پيو هو جو روسي اديب لکن ٿا تہ "مارڪس جيني کي پوڄيندو هو ۽ عاشقن جي دستور مطابق پنهنجي محبت ۽ جذبات جو اظهار بيتن ۾ ڪرڻ لڳو."

Karl worshiped Jenny and as lovers are wont to do strovs to express his feelings in verse. (P.24)

پوڄا ڪرڻ انسان جي فطرت ۾ داخل ٿيل آهي. اسين مسلمان فقط الله تعاليٰ جي عبادت ڪريون ٿا. مارڪس خدا جي پوڄڻ کان انڪار ڪري پنهنجي معشوقہ جينيءَ کي پوڄڻ شروع ڪيو ۽ هن جي سونهن ۽ سوپيا ڪيس شاعر بڻايو. ڏسڻ ۾ تو اچي تہ نفسياتي طور مارڪس جنسي مريض هو. جيني ۽ مارڪس جا خفيہ تعلقات ڪن سالن تائين رهيا ۽ انهيءَ عرصي گذرڻ بعد قانوني طور ٻنهي جي شادي 1838ع ۾ ٿي هئي.

مارڪس هڪ ناڪامياب شاعر

مارڪس جي سيني سوانح نگارن جيني جي سونهن جي تعريف ۾ هن جا شعر نقل ڪيا آهن ۽ روسي اديبن بہ پنهنجي ڪتاب ۾ اهي اشعار نقل ڪيا آهن. حقيقت ۾ آهي تہ مارڪس پيدائشي طور شاعر نہ هو. پر هو حادثاتي طور تي شاعر بڻيو. سندس شاعريءَ جو ڪارڻ آهي جيني. جا پنهنجي وقت جي مومل هئي. تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي مثال ملندا. جن ۾ عشق جي ڪري ماڻهو چريا يا ننڍڪائو شاعر ٿيندا آهن ۽ الهڙ شاعر گهڻو ڪري حسن پرست بہ ٿيندا آهن. مارڪس جيني کي خطاب ڪري جرمن زبان ۾ بيت بہ چيا آهن ۽ انهن جي انگريزي ترجمو سندس روسي سوانح نگارن هيٺينءَ طرح نقل ڪيو آهي. ان کي پڙهي مرحوم مير علي نواز "ناز" جا شعر ٿا ياد اچن. جي هن پنهنجي محبوبہ مائي باليءَ جي شان عشق ۾ چيا هئا.

My heart profoundly fettered,
My soul,s eye dearer grew,
What I had vaguely hoped for,
I found at last in you.
What I had failed to master
On life,s harsh, thorny ways,
It came to me uncalled for
With thy enchanting gaze. (P_24)

مارڪس جا روسي سوانح نگار پاڻ تسليم ڪن ٿا ته هن جي شاعري اعليٰ اسٽينڊرڊ جي ڪانه آهي. اها محض جذبات جي اظهار جو هڪ ذريعو هئي.

Karl,s poetry fell short of the high standard he set himself, and he felt that the only good Ling about them was some warmth of feeling. (P_25)

ڪارل مارڪس جي پيءُ هينرخ مارڪس کي خبر هئي ته سندس پٽ جيني جي عشق ۾ شاعر بڻيو ورنه هن ۾ شاعريءَ جي فطري صلاحيت موجود ڪانه آهي. ان ڪري پيءُ پنهنجي پٽ کي ڏاهپ سان نصيحت ڏني ته "هاڻوڪي دور ۾ هڪ شاعر کي اهو ضرور سمجهڻ گهرجي ته پبلڪ آڏو پيش ٿيڻ وقت هن کي ڪا چڱي شيءِ تخليق ڪرڻ کپي ۽ ماڻهن جي آڏو هڪ ننڍڙڪاڻو شاعر ٿي پنهنجو پاڻ کي پيش ڪرڻ تي مون کي سخت افسوس رهندو."

A Poet must these davs know that he has some thing sound to offer if he wants to appear in public, I would be very sorry to see you appear in public as a minor poet. (Mega I, 2, P_18١)

## زالي مارڪس ۽ هن جو حرامي پٽ

مارڪس، جنهن کي اڄ ڪلهه پوري ڪميونسٽ دنيا هڪ وڏي مصلح ۽ پيغمبر جي حيثيت سان ڏسي ٿي، سو پنهنجي حياتيءَ ۾ جنس جي معاملي ۾ ڪريم اخلاق جو مالڪ هو. سندس حسن پرستي ۽ عاشق مزاجي جو داستان اوهان مٿي پڙهي آيا آهيو. جنس يا صنف نازڪ بابت مارڪس جا خيالات پڙهي مون ڏٺو ته هن ۾ حسن پرستي جي معاملي ۽ نئپولين جي وچ ۾ ڪافي هڪجهڙائي آهي. نئپولين (Napoleon) بونا پارٽ به مارڪس وانگر هڪ تاريخي شخصيت ٿي گذريو آهي، جنهن 1821ع ۾ وفات ڪئي. جيئن مارڪس، جينيءَ تي عاشق ٿي، ان کي بقول روسي اديبن جي، پوڄيندو هو . تيئن نئپولين به جوزيفين (Josephine) نالي هڪ حسين عورت تي مجنون ٿيو هو ۽ بعد ۾ هن سان شادي ڪيائين . جيني جي سونهن ۽ سوپيا متعلق سندس عاشق مارڪس جا رمارڪ مٿي نقل ڪيا ويا. هيئنئر جوزيفين جي حسن جمال متعلق نئپولين جو مشهور سوانح نگار ايمل لڊوگ (Ludwig) پنهنجي ڪتاب ۾ اسان کي ٻڌائي ٿو ته نئپولين پنهنجي محبوبه جوزيفين کي خطاب ڪندي هڪ خط ۾ لکيو ته "مٺڙي لاثاني جوزيفين ! هي تو منهنجي دل کي ڇا ڪري وڌو آهي ؟ گذريل رات تنهنجو فوٽو پنهنجي آڏو رکيل هو، پر ظاهر آهي ته اهو تنهنجي حقيقي صورت جو نعم البدل ثابت نه ٿيو. تون پنهنجي گهران منجهند جو رواني ٿينديءَ ۽ پوءِ ٽن ڪلاڪن ۾ تنهنجو ديدار مون کي نصيب ٿيندو ۽ هزار چميون وٺبيون . پر مهرباني ڪري تون مون کي چميون نه ڏجانءِ . ڇاڪاڻ ته هي چميون منهنجي رت کي ساڙي ناس ٿيون ڪن . "

Sweet, incomparable Josephine what have you done to my heart? How plain it was to me last night that your picture can never replace the real you. At noon you will start, in three hours I shall see you, till then a thousand kisses! But you must not give

me kisses for they burn my blood. (Napoleon, P_ 46, New york).

حسن پرستي ۽ عشق جي معاملي ۾ ڏسڻ ۾ ايندو ته نيپولين ۽ مارڪس ۾ هڪ جهڙائي آهي. فرق هي آهي ته نيپولين پنهنجي عظمت، اقتدار، شان ۽ شوڪت کي جيئري ڏٺو، جڏهن ته مارڪس جي عظمت. اقتدار. شان ۽ شوڪت سندس مرڻ کان پوءِ ظاهر ٿي ۽ اهو بعد جي نسل ڏٺو.

مارڪس جو حرامي پٽ

دنيا کي هي ہڏي اچرج وٺي ويندو ته ڪميونسٽن جي عظيم ترين رهنما مارڪس کي، فريڊرڪ نالي هڪ حرامي پٽ هو، جو سندس هڪ سريت گهريلو نرڪرياڻيءَ هيلن ڊيمٿ (Helene Demuth) جي پيٽ مان ڄائو. جنهن لاءِ فيملي جي ٻين ڀاتين جو چوڻ هو ته فريڊرڪ اينگلس جو پٽ هو. جيئن انسائيڪلو پيڊيا برٽانيڪا جي محققن "مارڪس" جي عنوان هيٺ لکيو آهي ته:

From the family, s house keeper Helene Demuth,Marx had illegitimate son Fredric. By the other members of family,the boy was regarded as son of Engeles. But little is known about Fredric. (Vol. 15, 1973 ED ڪارل مارڪس جي ٻين سوانح نگارن جهڙوڪ آئساه برلن (Berlin)، اي ايچ ڪار (Carr) ۽ اوٽو روهلي (Rohelie) جو چوڻ آهي ته فريڊرڪ برابر مارڪس جو حرامي پٽ هو. جو سندس نوڪرياڻي هيلن ڊيمٿ جي پيٽ مان ڄائو هو. جا ان وقت ڪنواري هئي. ذاتي اخلاقي نقطه نگاه سان گهٽو ڪري سڀ ڪميونسٽ ڪريل آهي.

روس ۾ ڪميونسٽ انقلاب جي باني لينن (Lenin) جي ڪرسپا ڪايا (Krupskaya) سان عشقيه شادي (Love Marriage) ٿي هئي. ڪرسپاڪايا 1879ع ۾ پيدا ٿي هئي ۽ لينن سان عشق ڪرڻ بعد هو 1898ع لينن جي زال بڻي هئي.

**مارڪس جا پٽ ۽ ڌيئرون** -

مارڪس جا ڪيترائي ٻار ننڍي هوندي گذاري ويا. انهن مان ڇهندس پٽ ايڊگر به هو. مارڪس جون ٽي ڌيئرون بالغ ٿيون هيون. انهن مان ٻن جي شادي فرينچ سوشلسٽن مان هڪ پال لافارگو (Paul Lafargue) ۽ چارلس لونگيٽ (Chareles Longuet) سان ٿي هئي. سندس ٽئين ڌيءَ اِلينار مارڪس جي مرڻ کان پوءِ برطانوي ڪميونسٽ ايڊورڊ ايولنگ (Aveling) سان خوشگوار تعلقات قائم ڪيا هئا ۽ بعد ۾ خود ڪشي ڪئي هئائين، جيئن انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا جا فاضل محقق لکن ٿا ته:

Marx,s three daughters who reached adult life, two married French socialists Paul Lafargue, and Chareles Longuet. The third after Marx,s death establish had unhappy association with the Biritish Marxist Edward Aveling and ended by suicide.

ملاحظه ڪيو ڪميونسٽن جو اخلاق . برطانوي ڪميونسٽ ايولنگ پنهنجي ليڊر مارڪس جي ڌيءَ ۾ اکيون وڌيون. جنهن ويچاريءَ خودڪشي ڪئي هئي. ڪامريڊؤ! اوهان انسانيت ۽ مزورن جي نالي تي ڪيترو وقت دنيا کي بيوقوف بنائيندا. اسٽالن اٽڪل ٽيهن سالن تائين ڪميونسٽ روس جو وزيراعظم ٿي رهيو هو. ان جي پياري ڌيءَ سويتلانا (Svetlana) کي به ڪامريڊن ڪونه بخشيو. ماسڪو ۾ هندستان جي هڪ سابق سينيٽر جي پاٽني ڪامريڊ برجيش سنگهه هن سان عشق ڪيو. برجيش سنگهه 1967ع ۾ هندستان ۾ گذاري ويو. سويتلانا روسي پاسپورٽ تي هندستان آئي ۽ آنجهاني برجيش سنگهه جي سماڌي تي حاضري ڏنائين. پوءِ دنيا کي خبر پئي ته ٻنهي جي پاڻ ۾ خفيه شادي به ٿيل هئي. سويتلانا هندستان مان فرار ٿي، آمريڪا پهتي ۽ اتي هڪ آمريڪي باشندي سان شادي ڪيائين.

**مارڪس ۽ هيگل (Hegel) جو مطالعو**

پنهنجي شاگردائپ جي زماني ۾ مارڪس مشهور جرمن فلاسفر هيگل کي پڙهيو هو ۽ هن جو ذهني مريد بڻيو. مارڪس جدلياتي ماديات (Dialectical Materialiom) جو نظريو هيگل کان ورتو هو. ان وقت جرمن يونيورسٽين ۾ ڪيترائي استاد هيگل جي فلسفہ تي ليڪچر ڏيندا هئا. مارڪس خاص طور ايڊورڊ گئنس (Gans) کان متاثر ٿيو. هي صاحب برلن يونيورسٽي ۾ قانون جو پروفيسر ۽ مارڪس جو استاد هو. گئنس اصل ۾ يهودي هو. جو بعد ۾ عيسائي ٿيو هو. مارڪس جا سوانح نگار لکن ٿا تہ هو وڌ ۾ وڌ گئنس کان متاثر هو ۽ هن جا ٿي باقاعدگيءَ سان ليڪچر اٽينڊ ڪندو هو.

هيگل جي فلاسافي آئيڊيلزم تي مبني هئي. جنهن مان ڪنهن نہ ڪنهن طرح خدا جو وجود ثابت پئي ٿيو. آئيڊيلسٽن جو چوڻ آهي تہ روح مادي کان مقدم آهي. اول روح پئدا ٿيو پوءِ مادو. جڏهن تہ مٽيريلسٽن جو چوڻ آهي تہ اول مادو پئدا ٿيو ۽ پوءِ خودبخود ان ۾ روح جو ظهور ٿيو. فلسفي ۾ مادي ۽ روح جو بحث هزارين ورهين کان هلندو ٿيو اچي.

**آئيڊيلزم ۽ مٽيريلزم جو فرق**

ماسڪو مان انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب "مارڪسي فلسفو" Marxist (Philosophy) نالي شايع ٿيو آهي. ڪتاب جو مصنف ۽ مترجم ٻئي روسي آهن. ان ۾ آئيڊيلزم ۽ ميٽريلزم جي باهمي اختلافن جو نهايت ئي سهڻو جائزو ورتو ويو آهي. قارئين جي دلچسپي لاءِ هتي مٿين ڪتابن مان هڪ حوالو عرض رکجي ٿو. ان کان پوءِ هيگل ۽ مارڪس جا علمي اختلاف سولائي سان سمجهہ ۾ ايندا. اهو روسي ڪميونسٽ لکي ٿو تہ " اهڙا فلاسفر جيڪي چون ٿا تہ روح يا شعور جي حيثيت ثانوي آهي. انهن کي ماده پرست ڪوٺجي ٿو. انهن جي خيال ۾ مادو دائمي ۽ غير فاني آهي. جنهن جو ڪوئي خالق نہ آهي ۽ هن ڪائنات کان ٻاهر ڪي بہ مافوق الفطرت

هستيون موجود نہ آهن. جيتري قدر روح يا شعور جو تعلق آهي ائين سمجهو. تہ اهو مادي جي تاريخي ارتقا جي پيداوار آهي. ان جي مقابلي ۾ اهي فلاسفر جيڪي روح يا شعور کي اوليٰ تصور ڪن ٿا ۽ مادي کي ثانوي حيثيت ڏين ٿا. اهڙن فلسفين کي آئيڊيلسٽ ڪوٺبو آهي. انهن جي نقطہ نگاهہ مطابق روح يا شعور هر وجود رکندڙ جو بنياد ۽ سرچشمو آهي."

Philosophers who hold that matter is primary and conciousness is secondary, is a derivative of matter, are materialists. In their view, matter is eternal, it has never been created by any one. There are no supernatural forces, no forces outside the universe. As for conciousness, it is a product of the historical development of matter. (P_10. Moscow, 1973 Ed)

Philosophers who regard the sprit, conciousness as primary are called idealists. In their view conciousness came before matter , brought it into being and is the primary foundation of every thing that exists. (Ibid O_10, Moscow)

مارڪس پنهنجي عمر جو ڪافي حصو هيگل جي مطالعہ ۾ صرف ڪيو هو. جيئن مٿي گذارش ڪئي وئي تہ جدليات جو تصور هن هيگل کان ورتو هو. هيگل جي متعلق يورپ جي هڪ سياسي مصنف پروفيسر سٽبين (Sabine) جي راءِ آهي تہ هيگل جي جدليات (Dialectic) ڪميونزم کي جلا بخشي هئي ۽ سندس رياست جي بالا دستي واري تصور نازي ازم ( هٽلر شاهي ) کي جنم ڏنو آهي. هيگل مارڪس جو مرشد ۽ ذهني رهبر هو. مارڪس هيگل جي آئيڊيلزم واري تصور کان بيزاري

ڊيڪاري ۽ ميٽريلزم کي ئي حقيقت جو سرچشمو قرار ڏنو هيگل جي جدليات بابت لينن لکي ٿو ته:

This revolutionary aspect of Hegeles philosoohy was adopted and developed by Marx. Dialectical Materialism does not need any philosophy standing above the other sciences. (V: I: Lenin: selected work vol. I P_11, Moscow, 1967 ED.)

يعني ته " هيگل جي فلسفه جي هن انقلابي پهلوءَ کي مارڪس اختيار ڪري، ان کي ترقي ڏياري هئي، جدلياتي ماديت کي ڪنهن به اهڙيءَ فلاسافي جي ضرورت نه آهي، جيڪا ٻين سائنسن کان مٿانهين نوعيت جي هجي."

هيگل 1831ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس مرڻ کان پوءِ هن جا عقيدت مند ٻن گروهن ۾ تقسيم ٿي ويا. هڪڙا ساڄي ڌر جا هيگالين سڏيا ويا ۽ ٻيا کابي ڌر جا. ساڄي ڌر جا سرواڻ هينرس (Henrich)، گابلر (Gabler) ۽ گوشل (Goschel) هئا، هي تيئي حضرات هيگل جي فلسفي مان استدلال آڻي مذهب کي سچو ثابت ڪن، ٻيا کابي ڌر جاهيگالين جهڙوڪ ڊيوڊاسٽراس (Straus) بائر (Bauer)، ايڊگر (Edgar)، برونو (Bruno)، روجي (Roge). ۽ فيوئرباخ (Feuerback) وري هيگل جي جدليات ۽ منطق منجهان ئي عيسائي مذهب کي رد ڪيو، انهن مان ڊيوڊاسٽراس (Straus) حضرت عيسىٰ جي زندگي بابت ٻن جلدن ۾ هڪ ڪتاب Life of Jesus) لکيو هو، جنهن ۾ هن عيسائين جي مذهبي ڪتابن تي سخت تنقيد ڪئي هئي، مارڪس به کابي ڌر جو هيگالين هو. هن ڌر وارن پاڻ کي نئين ٿهي وارا هيگالين (Young Hegalian) به ڪوٺيو ٿي. خاص هيگل جي فلسفه جي تشريح لاءِ نوجوانن جرمنيءَ ۾ هڪڙي ڪلب کولي هئي، جنهن کي ڊاڪٽرس ڪلب (Doctor,s Club) سڏجي ٿو، مارڪس به هن

ڪلب جو ميمبر ٿيو. جنهن جو روح روان مذهبيات جو ليڪچرار برونو باير هو. مارڪس جو بهترين دوست ڪو پن (Koppen) به ڪلب جو ميمبر هو، جو اصل ۾ تاريخ جو استاد هو. جاگرافي جو ليڪچرار ائڊالف روتنبرگ به ڪلب جو سرگرم رڪن ٿي رهيو هو. مارڪس پنهنجي مطالع ۽ دوستن جي وساطت سان جلد ئي هيگل جي فلسفه کان مانوس ٿيو. هن هيگل سان اختلاف فقط آئيڊيلزم واري تصور کان ڪيو. جڏهن ته مارڪس مٽيريلزم ۾ يقين ڪندو هو. فلسفي جي هنن ٻنهي شاخن جي تشريح اوهان مٿي پڙهي آيا آهيو.

مثال طور مارڪس پنهنجي داس ڪئپيٽال (Capital) جي پهرئين ڀاڱي جي ٻي جرمن ايڊيشن جي مهاڳ تي هيگل جي آئيڊيلزم واري تصور تي تنقيد ڪندي، پنهنجي مٽيريلزم واري نظريه کي صحيح ٿو سمجهي.

My dialectic method is not only different from the Hegalian, but is its direct opposite. To Hegel, the life process of human brain, i.e. the process of thinking which, under the name of idea, he even transforms into an independent subject, is the demiurgos of the real world, and the real world is only the external, phenomenal from of the idea. With me, on the contrary, the ideal is nothing else than the material world refelected by the human mind, and translated into forms of thought. (Capital, vol. 1 preface of 11 Germen editon by Marx, P_19, Moscow).

مٿي مارڪس، هيگل سان پنهنجي اختلاف جي نوعيت ٻڌائي آهي. جيتوڻيڪ اڳتي هلي 18 صفح تي هو هيگل کي " زبردست مفڪر " (Mighty Thinker) جو لقب ڏي ٿو مارڪس جي پيروي ڪندي سندس معتقد ۽ مشهور مارڪسي مفڪر اينگلس (Engeles) به هيگل تي تنقيد

ڪنديهہ ان سوال جي جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ هيگل چو حقيقت کي نہ سمجهي سگهيو؟ انٽي ڊهرنگ (Anti_Duhring) اينگلس جو مشهور ڪتاب آهي . ان ۾ اينگلس لکي ٿو تہ " جيتوڻيڪ هيگل سينٽ سائمن سان گڏ پنهنجي وقت جو وڏو انسائيڪلوپيڊيائي ذهن رکڻ وارو شخص هو . پر ان هوندي بہ هن جو دماغ هيٺين ٽن سببن ڪري محدود رهيو . پهريون تہ هن جو پنهنجو علم بي پايان نہ هو . ٻيو تہ هن جي دور واري علم ۽ خيالات ۾ ايتري وسعت ڪانہ هئي . ۽ ٽيون تہ هو آئيڊيلسٽ هو ."

Hegel was with saint Simon, the most encyclopadic mind of his time, yet he was limited, ilrst by the necessarily limited extent of his own knowledge and, second, by the limited extent and deoth of the knowledge and conception of his age. To these limits a third must be added. Hegel was an idealist. (P_38, 3rd edition, moskow, 1962).

ميٽرلزم ۽ مارڪس

مطلب تہ مارڪس ۽ سندس چيلن جو سڄو زور ميٽيريلزم جي فلاسفي تي آهي . مارڪس جو چوڻ هو تہ مادو غيرفاني آهي، ان جو ڪوبہ خالق ڪونہ آهي . مارڪس جي وقت ۾ ان کان اڳ بہ فلسفين جي هڪ گروهہ ميٽريلسٽ علماء جي تصورات جي شديد مخالفت ڪئي هئي، پر افسوس جو اهڙن فلسفين کي سائنس جي سپورٽ ۽ مدد مليل ڪانہ هئي . پر ويهين صديءَ جي شروعات ۾ موجوده دور جي هڪ عظيم ترين سائنسدان پروفيسر آئن اسٽائن (Eienstein) اضافيت جي نظريہ (Theory of Relativity)کي پيش ڪري، مادي جي صدين واري تصور کي ڪاپاري ڌڪ پهچايو ۽ سائنسي طورتي ثابت ڪيو تہ مادو غير فاني نہ آهي . اهو ناس ٿئي ٿو . ڪاش، اڄ مارڪس جيئرو هجي ها تہ ڪيس ڳالهہ پوي ها تہ سندس

مادي جي غير فاني هجڻ واري تصور جي عمارت کي آئن اسٽائن ڍاهي وڌو آهي ۽ هن سلسلي ۾ مارڪس جا سڀ دليل باطل ثابت ٿيا . هينئر نظريہ اضافيت پيش ٿيڻ بعد مادي جي خواص متعلق سائنس جي دنيا ۾ آئن اسٽائن وڏو انقلاب آندو. هڪ مغربي فرينچ ماهر طبعيات پروفيسر روري صاحب (Roughier) نظريہ اضافيت مان پيدا ٿيل نتيجن تي بحث ڪندي پنهنجي ڪتاب " فلسفہ ۽ طبعيات جديد " (Philosophy and new Physics) ۾ لکي ٿو تہ " ان طرح مادو اليڪٽرانس ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. جو لطيف لهرن جي صورت اختيار ڪندي فنا ٿي وڃي ٿو. گويا مادي جو مستقبل نقصان ۽ قوت جو ناقابل تلافي انتشار عمل ۾ اچي ٿو.ماده جي سدا حيات رهڻ جي هن همہ گير اصولن جي بجاءِ جنهن کي سائنسدانن سائنس جو بنياد قرار ڏنو هو. جنهن جو مقصد ان کي قابل فهم بنائڻو هو. يعني " نہ تہ ڪا چيز وجود ۾ ٿي اچي ۽ نہ وري فنا ٿي ٿئي " هاڻي اسان کي هي متضاد اصول وضع ڪرڻ کپي تہ " ڪابہ شيءِ وجود ۾ نٿي اچي پر هر ڪا شيءِ فنا ٿي ٿئي." دنيا هڪ آخري بربادي جي طرف وڌندي ٿي وڃي ۽ ايٿر جنهن جي باري ۾ ناحق هيءَ دعويٰ ڪئي ويندي هئي تہ اها ڪائنات جو سهارو آهي. ڪائنات جي آخري قبر ثابت ٿي ٿئي."

The matter is Resolved into electrons which them selves vanish in etherized undulations. So that there is final loss of matter, and an uncompensated dissipation of energy. For the universal principles of invariance which the ionic natural philosophers placed at the basis of natural philosophy and which assured its intelgibility, namely nothing is created, nothing is lost. One must substitute the contrary principle. Nothing is created every thing is lost. The world marches towards a final

banlruptck and the either of which it has been asserted in vain, that it is the matrix of the world, is being revealed as being their final tomb. (P. 150 English translated by Marton).

آئن اسٽائن جي نظريہ مطابق وقت ۽ فاصلو بي حقيقت ٿي ويا آهن ۽ خود حرڪت بي معنيٰ ٿي وئي آهي. مادو ناني ثا بت ٿي ويو آهي. فقط خدا جي ذات غير فاني آهي. مادي جي متعلق مارڪس جو سچو فڪري ڍانچو ڍهي پيو آهي ۽ سندس دليل جي مينار کي آئن اسٽائن ڊاهي پٽ تي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو آهي. هينئر مارڪس جي چيلن کي ڪو حق ڪونہ ٿو پهچي تہ هو مادي کي غير فاني ثابت ڪرڻ لاءِ مارڪس جي منطق جو سهارو وٺن.

مارڪس ۽ اپيڪيورس (Epicureus)

لينن ڪارل مارڪس جي هڪ مختصر سوانح حيات 1914ع ۾ لکي هئي . هن جو هي قيمتي مضمون سندس سليڪٽيڊ ورڪس حصہ اول ۾ نقل ٿيل آهي . جيڪو ماسڪو مان شايع ٿيو آهي. لينن لکي ٿو تہ "مارڪس پنهنجي يونيورسٽي جو ڪورس 1841ع ۾ پورو ڪيو هو. هن (مشهور يوناني مفڪر اپيڪيورس (Epicureus) تي ڊاڪٽريٽ جي ٿيسز پيش ڪئي هئي."

He concluded his university course in 1841. submitting a doctorate thesis on the philosophy of Epicureus. (V.I. Lenin, Selected works, Vol: 1, P.4)

مارڪس جي فڪر تي پنهنجي ديش واسي هيگل کان علاوه قديمي يوناني فيلسوف اپيڪيورس جو وڏو اثر رهيو ۽ اها اپيڪيورس جي شخصيت سان سندن عقيدت مندي هئي . جو هن اپيڪيورس تي لينن جي لکڻ مطابق ڊاڪٽريٽ جي ٿيسز پيش ڪئي هئي . ياد رکڻ گهرجي تہ

اپيڪيورس جي فلسفہ تي اج تائين فقط هڪڙو ڊاڪٽر ٿي گذريو آهي ۽ اهو آهي ڪارل مارڪس . هي اپيڪيورس جو فلسفو ڇا آهي ؟ ان جو مختصر ۽ جامع جواب فارسي جي هڪ عام مستعمل جملي ۾ ملي ٿو .. يعني "بابر بعيش ڪوش ڪہ عالم دوباره نيست " کائو پيئو. عيش ڪيو مزا ماڻيو ٻيو ڪو جهان ئي ڪونهي.جناب شيخ اياز جو هي شعر بہ اپيڪيورس جي فلسفہ مطابق آهي تہ " پيئو پيئو. جيئو جيئو. نچو نچو . وغيره.

انگريزي ٻوليءَ ۾ بہ اپيڪيورس جو لفظ هاڻي لذت پرستي، عيش پسندي ۽ شهوت پرستي جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. مثال طور " فلاڻي شخص اپيڪيورين زندگي گذاري."

So and so leads an Epicurean life.

ٻين لفظن ۾ ان جي معنيٰ ٿيندي تہ فلاڻي شخص جي زندگيءَ جو فقط اهوئي مقصد آهي تہ :

بابر بعيش کوش کہ عالم دوباره نيست "

مارڪس جو هي عياش ممدوح اپيڪيورس يونان جو هڪ قديم فلسفي ٿي گذريو آهي، جو 342 سال قبل مسيح ۾ ڄائو ۽ 270 سال قبل مسيح ۾ وفات ڪيائين . اپيڪيورس تي مارڪس جي ٿيسز اڄان تائين ماسڪو سان شايع ڪونہ ٿي آهي . پر هن قديم فلاسفر جي اصولن جي جامع تشريح يورپ جي هڪ نامور دانشور پروفيسر برٽرانڊ رسل پنهنجي ڪتاب " دانش مغرب "(Wisdom of the west) ۾ ڪئي آهي. هو لکي ٿو تہ " اپيڪيورس ارڙهن سالن جي ڄمار ۾ ساماس (Samas) کان ائٿنس (Athenes)شهر ۾ آيو ۽ ٿوري وقت کان پوءِ ايشيا مائنر ڏانهن هليو ويو . جتي هو هڪ ٻئي يوناني فلسفي ڊماڪريٽس جي فڪر کان متاثر ٿيو هو. ٽيهن سالن جي عمر ۾ اپيڪيورس ائٿنس شهر ۾ پنهنجو هڪ اسڪول کوليو هو، جو 307 سال قبل مسيح کان سندس مرڻ جي سن يعني 270 قبل

مسيح تائين هلندو رهيو. هي اسڪول هن پنهنجي گهر ۽ چار ديواريءَ ۾ ڪوليو هو جنهن کي باهرين دنيا جي گوڙ گهمسان کان محفوظ رکيائين " (صفحہ 108)

اپيڪيورس جي اصولن تي بحث ڪندي رسل لکي ٿو تہ " هن جي نظريہ جو مرڪزي نڪتو بلا روڪ جي امن پسندي جو اصول آهي. اپيڪيورس لاءِ بهترين نيڪي يا ڀلائي لذت ۽ عيش پرستي آهي. ان کانسواءِ چڱي حياتي گذارڻ ناممڪن آهي."

The central aim of his doctrine is the attainment undisturbed condition of peacefulness. The prime good for Epicureus is pleasure. Without it the good life is eimpossible. (P_108)

اپيڪيورس جو شمار متيريلسٽ حڪماء مان آهي. مارڪس وانگر هن جو بہ عقيدو هو تہ مادي جي نہ تخليق ٿيندي آهي نہ ئي مادو فاني آهي. جيتري قدر مذهب جو تعلق آهي تہ ان بابت رسل پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ اپيڪيورس ڪلي طور مذهب کي مسترد ڪري ڇڏيو. روسي شاعر لڪريٽس (Lucretious) پنهنجي هڪ نظم (Dererumnatura) ۾ اپڪيورس جي نظريہ جي تشريح ڪئي هئي.

اپيڪورس جي فلسفي جي مٿي تشريح ڪئي وئي. مارڪس جو هي محبوب مفڪر هو. جنهن تي هن ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي هئي.

مارڪس جي زندگيءَ جي جهلڪ اوهان مٿي پڙهي آيا آهيو. سندس زندگي بہ اپيڪيورن يعني عيش پرستي ۽ لُذت پرستيءَ ۾ گذري. هن جا معاشقا جيني جي سونهن تي مجنون ٿيڻ، مذهب کي رد ڪرڻ ۽ دهريت کي اختيار ڪرڻ، اهي ڪر سڀ اپيڪيورس جو فيض آهي. " گر همين مکتب وهمين ملا ڪار طفلان تمام خواهد شد." اڄ بہ مارڪس جا سڀ عقيدت مند اپيڪيورن زندگي گذارين ٿا.

مارڪس ۽ دهريت

ڪميونزم جو بابو ڪارل مارڪس الله تعاليٰ جي هستيءَ جو وڏو منڪر ۽ دهريو هو. مسلمان ملڪن ۾ توحيد جو تصور نهايت ئي پختو ۽ راسخ آهي. اسين مسلمان گنهگار جو نہ هجون، الله تعاليٰ جي هستي جي انڪار جو تصور بہ نٿا ڪري سگهون. مارڪس جي مريدن ڪي اها ڳالهہ آهي. هنن مسلم عوام ۾ ڪميونزم کي مقبول بنائڻ لاءِ اها ترڪيب ورتي تہ اسان جو مقصد محض اقتصادي مساوات ۽ استحصال کي ختم ڪرڻ آهي . اسان جو مذهبي معاملات سان ڪو واسطو نہ آهي. اسان تي مذهب جي مخالفت ڪرڻ جو الزام سامراجين لڳايو آهي وغيره. پر هن ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو فريب ٿي نٿو سگهي. سندن روسي آقا ان معاملي ۾ وڌيڪ ايماندار آهن .هو پنهنجن ڪتابن ۾ وڏي واڪ سان لکن ٿا تہ مارڪس دهريو ۽ خدا جو منڪر هو. مثال طور مارڪس جا روسي سوانح نگار هن بابت لکن ٿا تہ " جيئن ئي هن جي دهريت وارو نظريہ وڌيو، مارڪس کي ايپيڪيورس جي فلسفي لاءِ قدرتي جاذبيت پئدا ٿي پيئي، جو قديم يونان جو وڏو مفڪر هو، جنهن کي مارڪس يونان جو وڏو ديپ جلائيندڙ ڪوٺيندو هو."

As his atheistic outlook developed Marx felt a natural attraction to the philosophy of Epicureus, one of the foremost thinkers of the ancient world, whom he called the greatest Greek enlightener. (Kari Marx P. 29, Moscow).

مارڪس جي دهريت ۽ منڪر خدا هجڻ جي مٿين شاهدي ڪنهن سامراجي مصنف جي نہ آهي، پر خود ڪميونسٽ روس جا ليکڪ پنهنجي پيشوا کي دهريو ثابت ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ٿا ڪن. ڪارل مارڪس جا هي روسي سوانح نگار پنهنجي رهبر متعلق لکن ٿا تہ ( ايپيڪيورس تي

پنهنجي ٿيسز جي)" پيش لفظ ۾ مارڪس اعلان ڪيو ته دهريت ۾ خدا جي وجود جو منڪر ٿيڻ هن جو پنهنجو مذهبي عقيدو آهي."

In his foreword Marx proclaimed atheism to be his creed. (P_31)

اڳتي روسي اديب پنهنجي هيري متعلق لکن ٿا ته " پنهنجي ٿيسز ۾ مارڪس ان ڳالهه تي زور ڏنو هو ته خدا جي وجود بابت سڀ نام نهاد ثابتيون نقط هڪڙي ئي ڳالهه کي مختلف لفظن ۾ دهرائڻ جي برابر آهي. پر هن محسوس ڪيو ته جيتوڻيڪ مذهبي نظريو غير عقلي آهي، تنهن هوندي به مذهب هڪ حقيقي طاقت ضرور آهي.

In his thesis Marx stressed that all the so called proofs of God,s existence were mere tauto logics, but he realized that, while the religious out look was irrational, religion did constitute a force. (P_51)

مذهب کي غير عقلي ڪوٺڻ وارا پنهنجي چريائپ جو ثبوت ڏيئي رهيا آهن. جيڪڏهن مذهب غير عقلي آهي ته ويهين صديءَ جو عظيم سائنسدان آئن اسٽائن چو خدا ۾ پڪو يقين رکندو هو ۽ آئن اسٽائن جي خيالات جو پوريءَ دنيا ۾ چوبول ٿيو ۽ هن ڌرتيءَ جي سموري مخلوق کيس خراج عقيدت ڏنو ته ان وقت آئن اسٽائن چوڻ لڳو ته " خيالات خدا وٽان ظهور پذير ٿين ٿا." (Ideas are from God) ماهوار برسات ڪراچيءَ جي شيخ اياز نمبر تي سنڌي ڊائيجسٽ ۾ تبصره ڪندي خالق ڪائنات جي وجود ثابت ڪرڻ لاءِ مون آئن اسٽائن ۽ ٻين ڪيترن ئي عظيم دانشورن جا قول نقل ڪيا هئا. ( ملاحظ ٿئي سنڌي ڊائيجسٽ ڊسمبر 1976ع ). حقيقت هي آهي ته مارڪس جي ڪميونزم واري نظريه کان سواءِ ٻيو ڪوبه غير عقلي نظريو ٿي نٿو سگهي. الله تعالىٰ جي شان ۾ گستاخي ڪندي مارڪس چوي ٿو ته " جنهن کي به هيءَ دنيا بغير عقل جي

ڏسڻ ۾ ٿي اچي، ۽ جو پاڻ بہ عقل کان عاري آهي. اهڙي شخص لاءِ ٿي خدا موجود آهي."

Marx pointed out that for whom the world appears without reason, hence who is without reason himself, for him God exists. (P_51)

مطلب تہ مذهب ۽ ۽ خدا جي وجود جي خلاف مارڪسي لٽريچر مان اهڙا هزارين حوالا پيش ڪري سگهجن ٿا. هينئر مان اهڙن ساده لوح مسلمانن کان سوال ڪرڻ ٿو چاهيان، جيڪي ڪميونسٽن جي پروپئگنڊا جو شڪار ٿي چوندا آهن تہ " اسلام ۽ ڪميونزم جي پروگرام ۾ ڪو فرق نہ آهي. ڇا خدا جي وجود جو انڪار ڪرڻ بہ اسلام آهي؟ ياد رکڻ گهرجي تہ هر سچو ڪميونسٽ مذهب ۽ خدا جو باغي ۽ منڪر آهي. جيڪڏهن ڪوبہ شخص پاڻ کي ڪميونسٽ سڏائيندي، مذهب يا خدا ۾ يقين ڪري ٿو تہ اهڙو شخص جاهل آهي. جي جاهل نہ آهي تہ پوءِ پڪو منافق آهي. مارڪس جو سچو پروگرام اسانجي دين، عقيدي ۽ شريعت جي خلاف آهي. مارڪس سڀني مذهبن کي رد ڪري، فقط هڪڙو ئي مذهب قائم ڪرڻ گهري ٿو، ۽ اهو آهي ڪميونزم جو مذهب. ان ڪري اسين مسلمان مارڪس جي مخالفت کي عين ايمان ۽ عبادت ٿا سمجهون.

صحافي مارڪس

مارڪس هينئر سياست ۽ عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿي چڪو هو. هن ان جي شروعات مولانا ابوالڪلام آزاد وانگر صحافت سان ڪئي هئي. صحافت جي ميدان ۾ مارڪس کي داخل ڪرائڻ جو سهرو سندس دوست آرنالڊ روجي (Arnold Roge) جي سر تي آهي. هي صاحب پاڻ ليفٽ هيگالين (Hegalian) گروپ سان تعلق رکندو هو، جيئن مون اڳ ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي. روجي پاڻ بہ هڪ جرمن اخبار هلشي (Hallische) جو ايڊيٽر هو. بعد ۾ مارڪس روجي کان بہ رسي ويو ۽ پنهنجي هن محسن کي

بورجوازي ۽ سرمايدارن جي ايجنٽ جي خطاب سان نوازيائين . مارڪس جي روسي سوانح نگارن پنهنجي ڪتاب جي صفحہ 57 تي Break) with Ruge)جي عنوان سان ان بابت لکيو آهي. مارڪس جا روسي سوانح نگار اسان کي ٻڌائين ٿا تہ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد مارڪس بون يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر ٿيڻ چاهيو ٿي پر اها نوڪري کيس ڪانہ ملي . آخرڪار مارڪس سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو . ان وقت پروشيا جي سرڪار پريس تي سينسر شپ عائد ڪئي هئي . ان قدم تي ناراض ٿي، مارڪس فيبروري 1842ع ۾ پروشين سرڪار جي سينسر شپ خلاف پريس جي آزادي متعلق هڪ آرٽيڪل لکيو هو . ان وقت هي آرٽيڪل جرمنيءَ ۾ تہ شايع ٿي نہ سگهيو البتہ 1843ع ۾ ان کي روجي سئزرلئنڊ مان شايع ڪرايو هو . سينسر شپ جي خلاف ۽ پريس جي آزادين جي بحالي لاءِ آرٽيڪل لکڻ لاءِ صحافي مارڪس جو شڪريو.

رينشي زيتنگ (Rheinische Zeitung)جي ايڊيٽري

جنوري 1842ع ۾ جرمنيءَ جي شهر ڪولون(Cologne) شهر مان رينشي زيتنگ اخبار باقاعدگي سان نڪرڻ لڳي . هن اخبار جا مالڪ رينلئنڊ صوبي جا وڏا سرمايدار جهڙوڪ ڪئمپهلسين . هئنسين ۽ ٻيا هئا. مٿئين اخبار جو پهريون ايڊيٽر مارڪس جو هڪ ساٿي ۽ ينگ هيگالين گروپ سان تعلق رکندڙ ائڊالف روتنبرگ Adolf) Ruten berg)مقرر ٿيو آخر ڪار پندرهين آڪٽوبر 1842ع تي مارڪس سرمايدارن جي اخبار جو ايڊيٽر ٿيو ۽ پنهجي بدترين دشمن (سرمايدارن ) جو پگهاردار نوڪر ٿيو. روس جا اديب خود شاهدي ڏين ٿا تہ اخبار رينشي زيتنگ جا مالڪ سرمايدار هئا . ( ملاحظہ ٿئي ڪتاب ڪارل مارڪس صفحہ 34) ڇا اها مارڪس جي اصول پسندي هئي،جو هو سرمايدارن جي انڊسٽري جو ملازم رهيو؟ مارڪس لاءِ زيتنگ جي ايڊيٽري ٻہ ائين هئي ، جيئن مون جهڙي ڪميونسٽ نظام جي مخالف کي ڪراچيءَ

مان روسي سفارتخاني جي طرفان جاري ٿيل طلوع رسالہ جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو.

مارڪس جي زندگيءَ جو هي وڏو تضاد آهي. جيئن اڳ ۾ لکي چڪو آهيان تہ سندس زال جيني بہ وڏي امير زادي هئي. غريبن جي همدرد مارڪس جي گهر واري بہ تہ غريب گهراڻي جي هجڻ گهرجي ها. اهڙيءَ طرح سرمايدارن جو ملازم ٿي ڪري، مارڪس کي انهن جي شدت سان مخالفت ڪرڻ جو ڪهڙو اخلاقي جواز هو. هن قسم جي منافقانہ طرز عمل کي علامہ اقبال پنهنجي هڪ قيمتي شعر ۾ چگو ننديو آهي.

فرمائي ٿو:

هو اگر قوت فرعون پہ در پردہ مرید
قوم کے حق میں ہے لعنت وہ کلیم اللہی

رينشي زيتنگ اخبار جا مالڪ سرمائيدار حزب اختلاف سان تعلق رکندا هئا. ان ڪري وقت جي سرڪار هن تي سينسر شپ عائد ڪئي هئي ۽ مارچ 1843ع کان اخبار جي پبليڪيشن بند ٿي وئي. سيپٽمبر 1844ع ۾ پئرس منجهہ مارڪس جي واقفيت اينگلس (Engeles) سان ٿي هئي، جا دوستي سندس مرڻ گهڙيءَ تائين قائم رهي. اينگلس پاڻ سرمائيدار هو، جنهن ڏکي وقت ۾ مارڪس ۽ هن جي اولاد جي ڪفالت ڪئي ۽ هو مارڪس جو وڏو حواري ٿي گذريو آهي. پئرس جي قيام دوران مارڪس بورجوازي (Bourgeios) سوشلزم جي علمبردارن سان علمي ڪشمڪش ڏيکاري ۽ مشهور فرينچ سوشلسٽ پروڌن (Proudhon) جي ڪتاب جو جواب (Poverty of philo) ڏنو. مارڪس جو هي جوابي ڪتاب 1847ع ۾ شايع ٿيو هو. پئرس ۾ مارڪس جي سرگرمين تي پروشيا جي گورنمينٽ نوٽيس ورتو. ان ڪري 1843ع ۾ پئرس ۾ مارڪس جي داخلا تي پابندي وڌي وئي هئي. جتان هو بروسيلز هليو ويو. 1847ع جي بهار جي موسم ۾ مارڪس ۽ اينگلس هڪ خفيہ تنظيم "ڪميونسٽ ليگ" جا

ميمبر ٿيا. هن تنظيم جي فرمائش تي ٻنهي گڏجي مشهور "ڪميونسٽ پڌرنامو" (Communist Manifesto) فيبروري 1848ع ۾ شايع ڪرايو. ساڳي سال فرانس ۾ انقلاب اچڻ ڪري، مارڪس کي بيلجيم مان به نيڪالي ملي. مارڪس ٻيهر پئرس پهتو. جتان سنئون سڌو جرمنيءَ جي شهر ڪولون ۾ پهتو. اخبار رينشي زيتنگ هن شهر مان ٻيهر شايع ٿي ۽ پهرين جون 1848ع کان اڻويهين مئي 1849ع تائين مارڪس هن اخبار جو چيف ايڊيٽر ٿي رهيو. مارڪس جي مخالفن هن تي ڪيس ڪيو هو، پر 9 فيبروري 1849 تي هو ڪورٽ مان آزاد ٿيو ۽ ساڳئي وقت 16 مئي 1848ع ۾ هن کي جرمنيءَ مان پڻ لوڏي ڪڍيو ويو هو.

مارڪس سڌو پئرس هليو آيو، پر اتي به تيرهين جون 1846ع جي مظاهرن ڪري، مارڪس پئرس کي الوداع چئي لنڊن ۾ سياسي پناهه گزين ٿيو ۽ باقي سموري حياتي لنڊن ۾ گذاريائين. رينشي زيتنگ اخبار جي ايڊيٽري دوران مارڪس جي هڪ ٻئي اخبار نويس ساٿي موزهيس (Moses Hess) مارڪس جي ذهن ۾ سوشلزم جا جراثيم وڌا هئا. هيس به مارڪس جو اهڙو ذهني رهبر هو، جيئن اسان جي سنڌ جي سوشلسٽن جو رهبر حشو ڪيولراماڻي (هالي پارت واسي) آهي. مارڪس جي وطن جرمنيءَ ۾ ڪميونزم تي پهريون ڪتاب انهيءَ موززهيس لکيو هو (The sacred history of mankind) يعني "انسان ذات جي مقدس تاريخ." خود مارڪس جي پنهنجي شهر ٽريوز ۾ 1830ع ۾ فرينچ يوٽوپين (Utopian) سوشلزم جو اثر نفوذ ٿيو مارڪس ان وقت ٻالڪو هو. مارڪس جي شهر جو هڪ مشهور سوشلسٽ لڊوگ گال (Ludwig Gal) فرينچ سوشلسٽ فوري (Fourier) جي خيالات جي سرگرم تبليغ ڪئي هئي. جرمنيءَ ۾ سوشلزم ۽ ڪميونزم جي ارتقا بابت مورخين لورينزوان سٽين (Lorenzvsonstein) جي ڪارنامن کي نهايت ئي تفصيل سان

بيان ڪيو آهي. سندس ڪتاب "اڄوڪي فرانس ۾ سوشلزم ۽ ڪميونزم"
(The Socialism and Communism of Present day France)
جي نظام لاءِ وڏو ميدان تيار ڪيو هو.

مارڪس پاڻ کان اڳ انهن سڀني،سوشلسٽ مفڪرن جي ڪم جو فائدو ورتو ۽ ڦٽي کان ٻڌجي ويهڻ رهيو . پوڪيو اڳين، فصل لڻي ويو مارڪس. جيئن اسان جي سنڌ ۾ قوم پرستي ۽ سڪيولرزم لاءِ ڪم ڪيو محترم جي. ايم. سيد ۽ بلوچ ليڊر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ٻج قوميت جو انهن پوکيو ۽ فصل تيار ٿيڻ تي لڻي ويا پيپلز پارٽيءَ وارا. مارڪس به ائين ئي ڪيو هو. ڪميونزم جي تاريخ پڙهڻ سان بالڪل ظاهر ٿئي ٿو ته ڪميونسٽن پنهنجي ليڊر ڪارل مارڪس وانگر هين جا پوکيل ميوا کاڌا آهن. مثال طور روس ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو بنياد مارچ 1898ع ۾ منسڪ (Minisk) ۾ پيو هو. ان وقت پارٽي اقليت ۾ هئي ۽ سندن زور به ڪونه هو. فيبروري 1917ع جي مينشويڪ (Menshevik) انقلاب ۾ زار شاهي کي ختم ڪيو ويو . ان وقت لينن سوڌو ڪيترائي ڪميونسٽ ليڊر جلاوطن هئا. روس تي صدين کان ظالم زارن جي حڪومت هئي، جنهن جو فيبروري 1917 واري انقلاب ۾ خاتمو ڪيو ويو. انقلاب کان پوءِ عارضي گورنمينٽ ٺهي، جنهن جو سربراهه ڪرنسڪاءِ هو. دما (Duma) اسيمبليءَ اندر اڪثريت مينشويڪن جي چونڊجي آئي هئي. ان ۾ ڪميونسٽ 5 يا 6 ڄڻا چونڊيل هئا. روس جي جرمن سان لڙائيءَ جو ناجائز فائدو وٺي اقليت جي نمائندن يعني ڪميونسٽن آڪٽوبر 1917 ۾ بيورو ڪريسي سان سازش ڪري مقبول گورنمينٽ هٽائي، پنهنجي آپيشاهي قائم ڪئي. يعني پوکيو مينشويڪن، لڻي کائي ويا بالشويڪ يا ڪميونسٽ. هين لفظن ۾ ائين چئجي ته ڪميونسٽ هميشه هين جي ڪمائي کائيندا آهن. روسي انقلاب جي تاريخ بيان ڪرڻ وقت ان تي وڌيڪ تفصيلي روشني وجهندس. روس

ڪان علاوه چين ۾ بہ ڪميونسٽ ٻين جو پوڪيل فصل لڻي ويا. چين ۾ صدين تائين حڪمران منچو (Manchu) بادشاهن جو خاتمو اتان جي عظيم ليڊر ڊاڪٽر سن يات سين (Sunyatsen) جي هٿان ٿيو جيڪو سياست دان سان گڏ ميڊيڪل پرئڪٽيشنر بہ هو. هن ئي صاحب جي ڪوشش سان ڪومنٽانگ پارٽيءَ جو بنياد پيو. آڪٽوبر سن 1911ع ۾ ڊاڪٽر سن يات سين چين ۾ بادشاهت کي ختم ڪيو. چين ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو بنياد، انقلاب کان ڏهن سالن پوءِ 1921ع ۾ پيو. بعد ۾ چين اندر آڪٽوبر 1949ع ۾ ڪميونسٽ رياست قائم ٿي. ڪوئي شڪ نہ آهي تہ ان لاءِ چيني ڪميونسٽن بہ وڏي قرباني ڏني هئي. پر انقلاب جو بنياد هڪ غير ڪميونسٽ ڊاڪٽر سن يات سين وڌو هو، جنهن جي سٺن من چو (Sanmincho) پروگرام يعني چڱي زندگي گذارڻ (Proper lively hood) مان ڪميونسٽن بيحد فائدو ورتو. جيڪڏهن وقت مليو تہ انشاءَ الله چيني انقلاب جي تاريخ بہ لکندس. هتي مٿين مثالن ڏيڻ جو مقصد فقط هي ڏيکارڻ آهي تہ ڪميونسٽن ٻين جي ذهني ۽ جسماني پورهئي مان هميشه فائدو پئي ورتو آهي، جو تہ جيئن مٿي عرض ڪيو ويو، سنڌن وڏي مارڪس بہ ائين ئي ڪيو هو. هڪ محقق ايڊمنڊ ولسن (Edmund Wilson) پنهنجي فاضلانہ ڪتاب (station To The Finland) ۾ اهڙين شخصيتن جا نالا لکيا هئا جن وٽان مارڪس گهڻو ڪجهہ پرايو هو. پر ڪميونسٽ دنيا ۾ مارڪس کي اوريجنل مفڪر جي حيثيت سان پيش ٿو ڪيو وڃي. مٿي عرض ڪيم تہ جدليات جو نظريو هن هيگل کان ورتو هو. موزز هيس (Hess) کان علاوه عظيم جرمن شاعر هينرخ هين ( Heinrich Hene) بہ مارڪس جي ذهن اندر ڪميونزم جو عملي تخيل وڌو هو ۽ پرولتيرين ڊڪٽيٽر شپ، جنهن جي قائم ڪرڻ لاءِ مارڪس پنهنجي ڪميونسٽ مينيفيسٽو ۾ زور ڏنو آهي، تنهن جو تصور هن کي هڪ فرينچ

انقلابي بابيف (Babeuf) کان مليو هو ۽ طبقاتي جنگ جو نڪر بہ بہن کان ورتل هوس. پر مارڪس پهريون شخص هو، جنهن طبقاتي جنگ ( Class war) واري خيال کي اقتصاديات ۾ استعمال ڪيو. اهو ڪم هن کان اڳ ڪنهن بہ نہ ڪيو هو. ولسن مٿين حقيقت بيان ڪرڻ کان پوءِ مارڪس کي هيلين جملي ۾ ساراهي ٿو. ۽ منهنجي خيال ۾ ان کان مارڪس جو دشمن بہ انڪار نہ ڪندو. هو لکي ٿو تہ "هڪ نظرئي کي ترتيب ڏيڻ ۽ ان کي قائم ڪرڻ ۽ هڪ (مادي) پيغمبر جي حيثيت ۾ بهرحال مارڪس جو حصو حيرت انگيز ۽ عظيم الشان آهي."

His contributions as a synthesizer as well as prophet were, nevertheless prodigious. (P_14)

مارڪس تنقيد تي چڙندو هو

مارڪس جي هڪ وڏي ڪمزوري اها هئي جو هو تنقيد برداشت نہ ڪري سگهندو هو ۽ ان تي جلد مشتعل ٿي جذباتي ٿي ويندو هو. مارڪس جون اهڙيون ڪيتريون ئي تحريرون ملن ٿيون جنهن مان هن جي غصي، ڪاوڙ ۽ سيمابي طبيعت ظاهر ٿئي ٿي . ۽ اهڙي طرح اجاين بحثن ۽ مناظري بازي ۾ پنهنجو وقت وڃايائين ۽ ڪثرو هنٽ ان لاءِ صحيح رايو ڏنو تہ "اهڙي مناظري بازي ۾ مارڪس پنهنجو ڪافي وقت ضايع ڪيو ۽ جنهن مان هن جي نظرئي ۾ نہ اضافو ٿيو ۽ نڪي مارڪس جي شهرت ۾ واڌارو آيو."

Marx was abnormally sensitive to criticism, and thus wasted much time in polemics which neither added to his doctrine nor advanced his reputation. (P.37)

تنقيد تي چڙڻ مان مارڪس جي نفسياتي ڪيفيت واضح ٿئي ٿي. تنقيد کي خنده پيشانيءَ سان برداشت ڪرڻ هڪ وڏو ظرف آهي ۽ صحيح عالم ۽ مفڪر ان جو خير مقدم ڪندا آهن. تنقيد کي خوش آمديد چوڻ

علم ۾ ظرف جي نشاني آهي. افسوس جو ڪميونزم جو ابو مارڪس هن صفت ۾ جوهر ڪان محروم هو. جڏهن ته دنيا جا ڀيا تاريخ ساز انسان تنقيد تي خوش ٿي پنهنجن مخالفن کي داد ڏيندا هئا. اهڙن وڏن ماڻهن مان هتي ويهين صديءَ جي عظيم ترين سائنسدان آئن اسٽائن جو مثال ڏيندس. سندس سوانح نگار رنالڊ ڪلارڪ (Clark) پنهنجي ڪتاب "آئن اسٽائن. سندس زندگي ۽ زمانو" (Einstein, the Life and Times) ۾ لکي ٿو ته "جرمنيءَ ۾ هڪ تنظيم پيدا ٿي هئي، جنهن نظريه اضافيت کي هڪ سامي نسل جي سازش قرار ڏيئي ان تي جهلون ڪيون. سندن چوڻ هو ته هي نظريو فقط دنيا کي بگاڙڻ لاءِ پيش ڪيو ويو آهي. تنظيم وارن 1920ع ۾ جرمن جي فلهار مونڪ هال ۾ آئن اسٽائن ۽ سندس نظريه اضافيت خلاف هڪ ميٽنگ ڪوٺائي، جنهن ۾ هو پاڻ به شريڪ ٿيو هو. آئن اسٽائن اتي ويهي ظاهري طرح لطف اندوز ٿيندو رهيو. لغو ۽ نامعقول ڳالهين تي آن اسٽائن کل ۾ ويڙهجي ٿي ويو ۽ اتي هال ۾ اظهار مسرت وچان تاڙيون وڄائيندو رهيو ۽ تعريف ڪندو رهيو."

**An organization arose in Germany attacking Relativity as a part of semitic plot to corrupt the wold, when in 1920. it hired the Berlin Philhar monic Hall for a demostration against both Relativity and Einstein, he went to the metting. He sat in a box, obviously enjoying himself. At the more absurd statements, he could be seen bursting into laughter and clapping his hands in applause. (P.138).**

هي آهي تنقيد کي سهڻ بابت وڏن عالمن ۽ دانشورن جو سونهري طرز عمل! مان ته ائين چوندس ته جيڪو به علمي تنقيد تي خفا ٿو ٿئي، اهو عالمن جي لسٽ مان خارج آهي. مارڪس به انهن مان هڪ آهي. تنقيد ۽ اختلاف برداشت نه ڪرڻ جي نتيجي ۾ مارڪس پنهنجي پروسي جهڙن

لائق دوستن ۽ عقيدتمند آرنلڊ روجي (Ruge) ۽ باڪونن (Bakunin) جهڙن سرفروشن کان رسي ويو هو. پهرئين شخص مارڪس کي صحافت جي ميدان ۾ آندو هو ۽ ٻئي هن کي روس ۾ متعارف ڪرايو هو.

مارڪس جي تاريخي اهميت واري "داس ڪيپيٽال" (Das Capital) جو روسي ترجمو 1872 ۾ هرزن ۽ باڪونن (Bakunin) شايع ڪرايو هو. هڪ ڌار ٻي زبان ۾ مارڪس جي ڪتاب جو هي پهريون ترجمو هو. جنهن جو سچو ڪريڊٽ باڪونن کي ملي ٿو. ورنه ان کان اڳ ۾ مارڪس کي روس ۾ ڪو سڃاڻندو به ڪونه هو. باڪونن (پيدائش 1814ع ـ وفات 1876ع) هڪ باعمل سوشلسٽ هو ۽ سڄي عمر جيلن ۽ تڪليفن ۾ گذاريائين. کيس ٻه دفعا ڦاسيءَ جي سزا ڏني وئي هئي. هڪ دفعي آسٽريليا ۾ ٻئي دفعي روس ۾ پر بعد ۾ سزا ۾ تبديلي ڪئي وئي. زار نڪولس جي مرڻ کان پوءِ روس ۾ سيني سياسي قيدين کي معافي ملي هئي پر بادشاه اليگزينڊر II باڪونن کي معافي ڪانه ڏني. باڪونن جي پوڙهي ماءُ بادشاه کان انٽرويو ورتو. تنهن تي روسي شهنشاه کيس چيو ته "مئڊم! پڪي ڄاڻ جيستائين تنهنجو پٽ جيئرو آهي تيستائين هو هرگز آزاد نه ٿيندو."

Know Madam, that so long as your son lives he can never be free. (Roads to freedom P. 58 by Russel).

مارڪس پنهنجي سيمابي ۽ آمرانه مزاج ڪري باڪونن جهڙي بهادر ۽ سرفروش ڪميونسٽ کي ناراض ڪيو. مارڪس پنهنجي اخبار رينشي زيتنگ ۾ جارج سئنڊ (Sand) ـ حوالي سان لکيو ته "سئنڊ وٽ اهڙا دستاويز موجود آهن. جن مان ظاهر ٿو ٿئي ته باڪونن خفيه طرح روسي حڪومت جو ايجنٽ آهي ۽ پولز ۾ تازي سياسي گرفتاري لاءِ جوابدار آهي." باڪونن هن الزام جي ترديد ڪئي ۽ جارج سئنڊ به زيتنگ اخبار ۾ هڪ خط جي ذريعي مارڪس جي ان واهيات الزام جي پرزور ترديد ڪئي هئي.

Marx,s paper the Rheinsche Zeitung, stated that George Sand had papers proving Bakunin to be a Russian

Govt: agent and one of those responsible for the recent arrest of Poles. Bakunin of course, repudiated the charge, and George Sand wrote to the Rheinsche Zeitung denying this statement in toto. (Ibid. P.56)

هتي اشتراڪي پيغمبر جي اخلاق جو ڏيوالو نظر اچي ٿو. باڪونن جهڙي عظيم ليڊر تي مارڪس، روس جي ايجنٽي جو نسورو ڪوڙو الزام لڳايو ۽ لطف جهڙي ڳالهه آهي تہ جنهن شخص جي شاهدي وارياڻين ان بہ پرزور لفظن ۾ مارڪس جي بڪواس جي ترديد ڪئي. هتان هڪ لطيف نڪتي جي وضاحت ملي ٿي. ڪميونسٽن جي تاريخ شاهد آهي تہ هنن پنهنجي ليڊر مارڪس جي نقش قدم تي هلي پنهنجن مخالفن کي هميشه سامراج جو ايجنٽ قرار ڏنو آهي. اسان پاڪستان ۾ بہ هنن جي ڪردار جو مطالع ڪيو آهي. هتان جي مسلمانن اسلامي نظريہ جي تحفظ لاءِ ڪميونزم جي مخالفت ڪئي تہ کين آمريڪي سامراج ۽ سرمائيدارن جو ايجنٽ قرار ڏنو ويو آهي. سچ آهي تہ ليڊر جي اخلاق جو مقناطيسي اثر پنهنجن ورڪرن تي وڏو ٿئي ٿو.

مارڪس جون مکيہ تصنيفون

ڪارل مارڪس جي بنيادي تحريرن تي تبصرو ڪندي هڪ اسڪالر بلڪل صحيح لکيو آهي تہ "فيبروري 1848ع ۾ ڇپيل "ڪميونسٽ پڌرنامو" ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ڌرم آهي ۽ داس ڪئپيٽال (سرمايو) ان جي انجيل آهي."

The Communist Manifesto published in February 1848 is the creed of Communist Party, and Capital is its Bible

علامہ اقبال يهودي مارڪس جي ڪتاب داس ڪئپيٽال يعني سرمايہ جي ڪري هن کي بي جبرائيل پيغمبر ڪوٺيو هو.

صاحب سرمايہ از نسل خليل
يعني آن پيغمبر بي جبرئيل

هڪڙي پئي هند اقبال مارڪس کي "ناحق شناس پيغمبر" جو لقب ڏني ٿو يعني چوي ٿو ته سندس دين جو مقصد فقط پيٽ جي نام نهاد مساوات آهي.

دين آن پيغمبر نا حق شناس
بر مساوات شکم دارد اساس

مارڪس جو ڪتاب داس ڪئپيٽال

مارڪس جي لکيل ڪن ڪتابن جو مون مٿي به تذڪرو ڪيو آهي ان کان سواءِ هن ننڍيا ننڍيا پمفليٽ يعني ڪتابچا به لکيا هئا جن کي هتي نظر انداز ڪجي ٿو. مارڪس جو مشهور يعني وڏي ۾ وڏو ڪتاب داس ڪئپيٽال آهي. جنهن لاءِ مواد ڪٺو ڪرڻ لاءِ هن برٽش ميوزم ۾ 1850ع کان وڏي جاکوڙ ڪئي. سرمايه جو پهريون جلد 1867 ۾ لنڊن مان مارڪس جي حياتيءَ ۾ سندس مادري ٻولي جرمن ٻوليءَ ۾ شايع ٿيو. هن ئي ڪتاب ۾ مارڪس پنهنجو مشهور "قدر زائد وارو نظريو" ( The Theory of Surplus Value) پيش ڪيو. هن نظريه تي اڳتي هلي بحث ڪبو. ڪئپيٽال جا باقي ٻه جلد مارڪس جي مرڻ کان پوءِ اينگلس ڇپايا هئا. ٻيو ڀاڱو 1885ع ۾ ڇپيو يعني ٽيون ڀاڱو 1894ع ۾ ڇپيو هو. مارڪس فقط پهرين جلد کي ڏسي سگهيو. باقي ٻن جلدن جي صحت جي ذميداري اينگلس تي آهي. ڪئپيٽل لکڻ تي مارڪس ڪيتري قدر محنت ۽ مشقت ڪئي آهي ان جو اندازو هڪ خط مان لڳائي سگهجي ٿو جو 2 اپريل 1867ع تي مارڪس هڪ اخباري نمائندي هنوور (Hanover) کي لکيو هو. مارڪس لکي ٿو ته "هن ڪتاب لکڻ تي مون پنهنجي حياتي، مسرت ۽ ڪٽنب کي قربان ڪري ڇڏيو آهي."

I have sacrificed my life. my bappiness and my family for writing the book. (Correspondence P_219)

پنهنجي ڪتاب "داس ڪئپيٽال" کي مارڪس ڊارون ڏانهن منسوب ڪرڻ ٿي چاهيو. پر ڊارون ان علم تي ناٻري واري ته ڪيس اقتصاديات جي ڄاڻ ڪانه آهي. سنهنجي خيال ۾ اقتصاديات جي علم جي اڻ ڄاڻائي جو

ٻهانو ناهي ڊارون ڪسر نفسي کان ڪم ورتو. اصل سبب ڪئپيٽل جي منجهيل ہولي، غلط نتيجا ۽ بوريت آهي. ڊارون نٿي چاهيو تہ اهڙو منجهيل ۽ ادق ڪتاب هن ڏانهن منسوب ڪيو وڃي. اهو ئي سبب آهي تہ مارڪس پنهنجي هي انجيل هڪ غيرعلمي ۽ غير معروف شخص "ولهيم وولف" (Wilhem wolff) ڏانهن منسوب ڪيو. جنهن کي هو ناقابل فراموش دوست ڪوٺي ٿو. خبر نٿي پوي تہ مارڪس پنهنجو تاريخي "ڪتاب" اينگلس ڏانهن چو منسوب نہ ڪيو؟ اينگلس، مارڪس سان 1843ع کان گڏ رهندو پئي آيو. هو جدليات جي فلسفہ جو ڄاڻو ۽ ڪتابن جو مصنف بہ هيو. لنڊن جي قيام دوران مارڪس سجو پرِيانگ هو. مارڪس ۽ سندس ٻچن جي ڪفالت بہ اينگلس ڪندو هو. جنهن کان وڌيڪ مارڪس جو ٻيو وڏو ناقابل فراموش دوست ٿي نہ پئي سگهيو. جيئن مٿي عرض ڪيو ويو، مارڪس داس ڪئپيٽال کي ڊارون ڏانهن منسوب ڪرڻ ٿي چاهيو. چو جو ان وقت ڊارون پنهنجي ڪتاب (Origin of Species) جي لکڻ ڪري ڪافي مشهور هو. هڪ تہ ڊارون جو اهو ڪتاب مارڪس جو پسنديده هو، ٻيو تہ ڊارون جي وڏي شهرت هئي ۽ مارڪس پنهنجي ڪتاب کي مقبول بنائڻ لاءِ هن جي نالي کي استعمال ڪرڻ ٿي چاهيو. جنهن حڪمت کي شايد ڊارون بہ سمجهي ويو هو.

## داس ڪئپيٽال جو انگريزي ترجمو

ڪارل مارڪس جو سوانح نگار مهرنگ(Mehring) لکي ٿو تہ "داس ڪئپيٽل جو پهريون انگريزي ترجمو 1886ع ۾ شايع ٿيو هو." (صفحہ 380) ترجمي جو ڪم ٻن شخصن ڪيو هو. هڪ سيموئيل مور (Samuel Moor) ۽ ٻيو هو مارڪس جو نائي ڊاڪٽر ايولنگ (Eveling).مٿي مان لکي چڪو آهيان تہ هڪ ڌاري زبان روسي ۾ مارڪس جي هن ڪتاب جو پهريون ترجمو 1872ع ۾ هرزن ۽ باڪونن ڪيو هو. ان جو فرينچ ترجمو 1875ع ۾ مسٽر جي راءِ (J. Roy) ڪيو هو.

مارڪس جي ڪتاب داس ڪيپٽال تي وڏا علمي اختلاف ٽيڪاٽپڻيون ٿيون هيون. مون اهو ڪتاب نهايت ئي غور ۽ فڪر سان پڙهيو

. هڪ هڪ جملي تي سوچيندو رهيس ۽ مارڪس جي نفسياتي ڪيفيت جو مطالعو ڪندو رهيس. مون محسوس ڪيو ته ڪتاب لکڻ وقت مارڪس سخت هيجاني ۽ جذباتي ڪيفيت ۾ مبتلا هو. هن جي ڪاوڙ ۽ اشتمال جي ته ڪا حد ئي نه آهي. انتقام جو جذبو جيڏو مارڪس ۾ موجود هو اوترو شايد ئي ڪنهن شخص ۾ ملي. اها هڪ عالم جي نشاني هرگز نه آهي. مخالفن کان بدلي وٺڻ ۾ سچ پچ ته مارڪس جاهليت جي عربن، کردن ۽ ٻروچن کان به گوءِ کٽي ٿو وڃي. پنهنجي نظرياتي مخالفن تي مارڪس هر قسم جو ظلم روا رکي ٿو ۽ ان معاملي ۾ هو اڄ کان چوڏهن سئو سال اڳ واري عرب شاعر زهير بن ابي سلميٰ جي هڪ شعر سان متفق آهي جنهن ۾ زهير جي شعر جو آخر بند آهي ته:

ومن لم يظلم الناس يظلم.

"يعني جيڪو ٻين ماڻهن تي ظلم نٿو ڪري سو پاڻ مظلوم ٿي ويندو."

مارڪس به مٿين اصولن تي يقين رکندو هو. اندازو لڳايو ته اهڙي ڪاوڙيل، نفرت سان ڀريل ۽ منتقم مزاج شخص جي نظريات مطابق جڏهن ڪا ڪميونسٽ رياست قائم ٿي هئي ته ان ۾ ڪيترو نه ظلم زبردستي ۽ خونريزي ٿي هوندي. تاريخ ٻڌائي ٿي ته ائين ٿيو به هو. روس جي ڪميونسٽ انقلاب ۾ ويهه لک. ڪن جو چوڻ آهي ته ٽيهه لک جانيون ضايع ٿيون هيون.

مارڪس جي داس ڪئپيٽال ۾ ٻيو وڏو نقص هي آهي ته ان ۾ مصنف جي صاف فڪر (Clarity of thought) جي ڪمي آهي. عبارتون منجهيل، غير واضح ۽ بغير تسلسل جي آهن. داس ڪيپٽال جو پهريون ڀاڱو اشياء صرف ۽ پئسي جي بحث سان شروع ٿئي ٿو. ( Commodities and Moncy)

## داس ڪئپيٽال جو اثر

مارڪس جي ڪتاب داس ڪئپيٽال سان ڪو اختلاف ڪجي يا نه پر اها ڳالهه تسليم شده آهي ته اڻويهين صدي جي شروعات ۾ هن ڪتاب جو نمايان اثر پيدا ٿيو ۽ ڪيترن انسانن ان کي سرمائيدارن جي پيداواري

طريقي (The Capitalist Mode of Production) جي معلوم ڪرڻ
لاءِ هڪ اهم دستاويز قرار ڏنو هو ۽ ڪيترن ئي دانشورن هن ڪتاب کي
پڙهي سوشلزم جي نظام کي قبول ڪيو هو. مثال طور برطانيه جو وڏو اديب،
مفڪر ۽ مزاحيه نگار جارج برنارڊشا (Bernard Shaw) به انهن مان هڪ
آهي، جنهن 1951ع ۾ وفات ڪئي هئي. سوشلزم، ڪئپيٽلزم، سوويٽزم ۽
فاشزم جي تشريح ۽ وضاحت لاءِ جارج برنارڊشا 1929ع ۾ هڪ ڪتاب
لکيو هو، جنهنجو نالو آهي.

The intelligent woman,s guide to Socialism, Capitalism,
Sovietism and Fascism. مٿيون ڪتاب هن

عورت "ميري اسٽيوارٽ (Stewart) جي سوالن جي جواب ۾ لکيو هو جا
هنجي سالي پڻ هئي. پنهنجي مٿان "داس ڪئپيٽال" جي اثر کي بيان
ڪندي، مسٽر برنارڊشا لکي ٿو ته "مون پاڻ داس ڪئپيٽال پڙهي سوشلزم
کي قبول ڪيو هو."

I myself was converted to socialism by Das Capital.
(P.443)

اڳتي هلي مسٽر شا، مارڪس کي وڏي ذهني مرتبي وارو شخص لکيو
آهي (Great mental range). ياد رکڻ گهرجي ته سوشلزم جي تاريخ ۾
برنارڊشا جو مٿيون ڪتاب وڏي اهميت رکي ٿو. آمريڪا جي مشهور
ڪميونسٽ اديب هاورڊ فاسٽ ڪتاب (Naked god) ۾ لکي ٿو ته هو
برنارڊشا جو ڪتاب پڙهي ڪميونسٽ ٿيو. جن دوستن برنارڊشا جو هي
ڪتاب پڙهيو، اهي مون سان اتفاق ڪندا ته استدلال يا ٻوليءَ جي لحاظ
کان انجو ڪو جواب نه آهي. مسٽرشا پاڻ آئرش هو. ان وقت آئرلئنڊ جا
ماڻهو انگلينڊ جي حاڪميت خلاف جدوجهد ڪري رهيا هئا. ان جدوجهد
جي نتيجي طور به هن مارڪس جي داس ڪئپيٽال کي پسند ڪيو، ڇو جو
محڪومن ۾ مارڪس لاءِ ڪشش هوندي آهي. خود اڻويهين صديءَ ۾
آئرلئنڊ جو مشهور باغي ليبر پارنيل (Parnal) به ذهني طور مارڪس کان
متاثر هو. برنارڊشا ۾ مارڪس لاءِ ڪشش جو سبب سندس ننڍڻ جي

مسڪيني هئي. هو پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ:

"پندرهن سالن جي عمر ۾ مون کي ڪلارڪي ڪرڻي پيئي."

I had to become a clerk at fifteen. I was a Proleterian undisguised. (P.184)

اهڙيءَ ڪشش جي باوجود بہ مسٽرشا (Shaw) پنهنجي ڪتاب منجهہ ڪليل لفظن ۾ اعتراف ڪري ٿو تہ (داس ڪئپيٽال ۾) پيچيده، زائد قدر واري ٿيئريءَ وارو مارڪس جو مضمون هڪ فاش غلطي هئي، جنهنجو هن ڪافي ڍنڍورو گهمايو هو ۽ چگو مواد گڏ ڪيائين."

Marxs contribution to the abstract economic theory of value, by which he set much store was a blunder. (P.500)

داس ڪئپيٽال ۾ لکيل معاشي نظريو موجوده دور جي معاشي مفڪرين جي لاءِ دلچسپي جو باعث بڻيو. اقتصادي ماهرن جو چوڻ آهي تہ پنهنجي ڪتاب ۾ مارڪس هڪ ڪجهہ ۽ الهڙ ذهن ڏسڻ ۾ ٿو اچي، انجا ڪيئي باب بيڪار ۽ ڪنهن ڪم جا نہ آهن. قارئين جي دلچسپي لاءِ اهڙن عظيم اقتصادي ماهرن مان هتي جان مائنارڊ ڪينز (Keynes) جو رايو داس ڪئپيٽال بابت نقل ڪجي ٿو. هو پنهنجي ڪتاب (Essays in Persuasion) ۾ لکي ٿو تہ "داس ڪئپيٽال هڪ منسوخ ۽ فرسوده اقتصادي ڪتاب آهي، جو نہ فقط سائنسي طور غلط آهي، پر جديد دنيا جي دلچسپي ۽ استعمال ڪرڻ جي لائق بہ نہ آهي."

Das Capital is an absolete economic text book, not only scientifically erroneous, but without interest and application for the modern world. P. 300, New York, 1932)

ياد رکڻ گهرجي تہ ڪينز موجوده دور جو هڪ معاشي مفڪر ٿي گذريو آهي، جنهن 1946ع ۾ وفات ڪئي هئي.

اڄ يا سياڻي مارڪس جا پوئلڳ بہ تسليم ڪندا تہ سندن ليڊر جو ڪتاب منسوخ ۽ بيڪار ٿي ويو آهي ۽ اهو موجوده دنيا جي استعمال جي

لائق ٿي نہ آهي. جن ماڻهن داس ڪئپيٽال کي گهري غور ۽ فڪر سان پڙهيو آهي. اهي ڪنيز جي راءِ سان سئو سيڪڙو اتفاق ڪندا. علامہ اقبال تي خدا جون لک لک رحمتون هجن. هو وڏو پڙهيل انسان ۽ ممتاز فلسفي هو. اسان مسلمانن ۾ ابن رشد کان پوءِ شايد اقبال جي پايہ جو ڪو ٻيو فلسفي پيدا ڪونہ ٿيو آهي. اقبال مارڪس جي ڪتابن تي تبصره ڪندي هن طرح مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:

تری کتابوں میں اے حکیم معاش رکھا ہی کیا ہے آخر
خطوط خمدار کی نمائش مریز کجدار کی نمائش

محققن جي توجهہ هن ڳالهہ ڏانهن ڇڪجي وئي تہ روسي زارن جي سخت سنسر شپ جي باوجود بہ مارڪس جي خطرناڪ ڪتاب داس ڪئپيٽال جو ترجمو اتي ڪتابي شڪل ۾ ڪيئن پڌرو ٿيو؟ هڪ مصنف مسٽر شومن (Schuman) انجو جواب طنزيہ انداز ۾ ڏنو آهي. اها لطيف طنز سان گڏ حقيقت سان پڻ لبريز آهي. هو پنهنجي ڪتاب "1817 کان وٺي روس" (Russia since 1917) ۾ لکي ٿو تہ "زار جي سينسر شپ داس ڪئپيٽال جي شايع ڪرڻ جي اجازت ان سبب ڪري ڏني هئي جو اهو پڙهڻ ۾ نہ پيو اچي ۽ ان سان گڏ ايڏو تہ منجهيل ۽ بي لطف آهي جو ڪنهن کي بہ نقصان رسائي نٿو سگهي."

Tsarist censorship permitted Das Capital,s publication on the ground that was unreadable, and too dull to do any body harm. (P.5)

### مارڪس جي وفات

مارڪس لنڊن ۾ اٽڪل چوٽيهہ سال قيام ڪرڻ بعد چوڏهين مارچ 1883ع تي وفات ڪري ويو ۽ کيس هاءِ گيٽ (High gate) لنڊن ۾ پوريو ويو. مرڻ وقت سندس عمر پنجهٺ سال هئي. هن کي برطانوي جمهوريت جي ڪري لکڻ ۽ چرڻ پرڻ جي پوري آزادي هئي. هن جمهوريت ۾ رهي ڪري دنيا کي ڪميونزم جو پروگرام ڏيئي جمهوريت کي قتل ڪيو. اڄ جتي بہ مارڪس جي اصولن تي ڪا رياست قائم ٿي آهي تہ اتي جمهوريت

جو جنازو نڪري ويو آهي. روس ۾ زارن جي بدترين عهد حڪومت ۾ بہ ٿوري گهٽي اظهار ۽ اختلاف جي آزاديءَ هئي پر اجوڪي ڪميونسٽ روس ۾ ان جي تصور ڪان بہ لگ ڪانڊارجي وڃن ٿا.

ڪارل مارڪس جي قبر تي اينگلس جي تقرير

سترهين مارچ 1883ع تي ڪارل مارڪس جي قبر تي سندس معتقد ۽ خاص دوست اينگلس هڪ تقرير ڪئي آهي ۽ انجو تت مارڪس ۽ اينگلس جي "سليڪٽيڊ ورڪس" نالي ڪتاب جي جلد ٽئين، صفحہ 162 تي ڏنل آهي. هي ڪتاب ماسڪو مان شايع ٿيو آهي. هن تقرير مان ڪافر اينگلس جي واتان دنيا جي فنائيت بابت بہ انهيءَ سڏيءَ طرح اشارو ملي ٿو. اينگلس تقرير ڪندي چيو تہ "چوڏهين مارچ منجهند ڪان پوءِ پوڻي ٽين بجہ ڌاري دنيا جي وڏي ۾ وڏي مفڪر سوچڻ ڇڏي ڏنو. اسان هن کي ٻن منٽن لاءِ اڪيلو مس ڇڏي ويا سون ۽ جڏهن واپس آيا سون تہ ڪيس پنهنجي آرام ڪرسيءَ تي ابدي ننڊ ۾ ستل ڏٺو سين."

On 14 th of March at quarter to three in the afternoon the greatest living thinker ceased to think. He had been left alone for scarcely two minutes, and when we came back, in his arm chair peaceful gone to sleep but forever. (P.162)

اينگلس اڳتي چوي ٿو تہ "جهڙيءَ طرح ڊارون عضوياتي ارتقا جو نظريو ڏنو، ساڳيءَ طرح مارڪس بہ انساني تاريخ جي ارتقا جي نظريہ کي منڪشف ڪيو.

Just as Darwin discovered the law of development of organic nature, so Marx discovered the law of development of human history. (P. 162)

اينگلس چوي ٿو تہ چوڏهين مارچ تي دنيا جي هڪ وڏي مفڪر سوچڻ ڇڏي ڏنو ۽ مارڪس کي هو بہ منٽ اڳ ۾ جيئرو ڇڏي ويا هئا ۽ ٻن منٽن ڪان پوءِ ڏٺائون

تہ هن جو دم پرواز ڪري ڇڪو هو.

مارڪس ۽ اينگلس دنيا جي ان وڏي ۾ وڏي انقلاب تي ڪڏهن سوچيو ہہ نہ هو. مارڪس ۽ اينگلس سان گڏ دنيا جا اربها انسان پيدا ٿي ڪيڏانهن هليا ويا؟ زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي؟ انسان لاءِ بنيادي طرح اهو ئي سوال وڏي ۾ وڏي اهميت وارو آهي ۽ انجو جواب اسان کي خدا جي رسولن ۽ نبين ڏنو آهي تہ "هي دنيا فاني ۽ بي بقا آهي ۽ نيٺ ختم ٿيندي. انسان هن دنيا ۾ محض آزمائش طور آيو آهي ۽ ان کي هڪڙي خالق جي عبادت ڪرڻ گهرجي. مرڻ کان پوءِ هڪ ٻي حياتي ٿيندي جنهن ۾ انسانن کي پنهنجي اعمال جي جزا ملندي ۽ جنهن باري تعاليٰ اسان کي پهريون دفعو پيدا ڪيو، ۽ اهو اسان کي مرڻ کان پوءِ ٻي حياتي ہہ ڏيئي سگهي ٿو. زندگي جي ان مقصد کي سمجهڻ ئي حقيقي انقلاب آهي. علامہ اقبال ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪندي ڪهڙو نہ خوب چيو آهي تہ:

اي ز راز زندگي بيگانہ خيز
از شراب مقصد مستانہ خيز

ڪاش! مارڪسي مفڪر ان بنيادي سوال جو جواب فراهم ڪن ها.

**ڇا مارڪس علمي شخصيت هو**

آخري ڳالهہ مارڪس جي علمي شخصيت بابت ڪندس. اڄ ڪيترن ئي ملڪن ۾ سندس نالي تي حڪومتون ۽ رياستون قائم آهن. اخبارن، لٽريچر، ريڊيو ۽ ٽي وي ذريعي مارڪس کي دنياءِ انسانيت جو وڏو مسيحا، علمي شخصيت ۽ سوشل سائنٽسٽ سڏيو ٿو وڃي. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا واقعي مارڪس جي وڏي علمي شخصيت هئي؟ اسين ڏسون ٿا تہ سندس لنڊن جي قيام دوران ارڙهين صدي جي نصف ۾ انگلنڊ ۾ وڏا وڏا دانشور مارڪس جا هممعصر وينا هئا. انهن پنهنجن تصنيفن ۾ نہ مارڪس جو ڪو حوالو ڏنو آهي ۽ نڪي مارڪس جي اهڙن جينيس انسانن سان ڪا شناسائي هئي. هڪ فاضل شخص پنهنجي دور تي ڇانئجي ويندو آهي ۽ هر محفل ۾ انجا تذڪرہ ٿيندا آهن. ان اصول تي ويچار ڪري ڏسجي ٿو تہ

مارڪس پنهنجي دور جو وڏ ۾ وڏ غيرمعروف شخص هو پر هيئنر سئو سال گذرڻ بعد پنهنجي عهد جو عبقري سڏجي ٿو. اها ٿي ڳالهه دانشورن نوٽ ڪئي آهي. يورپ ۾ دور جديد جو ناميارو دانشور ۽ ممتاز فلسفي پروفيسر برٽرانڊرسل به ان راءِ جو آهي ته مارڪس پنهنجي وقت جو وڏ ۾ وڏ غير معروف شخص هو ۽ علمي حلقا هن جي نالي مان به واقف نه هئا. رسل پنهنجي ڪتاب "ياد گيري جون تصويرون" (Portraits from memory) ۾ لکي ٿو ته "مارڪس جنهن کي هاڻي اسين ڏسون پيا ته جڏهن هو (ممتاز دانشور) جان اسٽوئرٽ مل جهڙن وڏن بااثر همعصرن مان هو پر جيتري قدر مان تحقيق ڪري ڏسي سگهيو آهيان ته مسٽر مل پنهنجي ڪنهن به تحرير ۾ مارڪس جو ذڪر ئي نه ڪيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته مل ڪڏهن مارڪس جو نالو به نه ٻڌو هجي. (مارڪس جو ڪتاب) ڪميونسٽ مينيفيسٽو ۽ "مل" جو ڪتاب پوليٽڪل اڪانومي ساڳي سال (1848) ۾ شايع ٿيا هئا. پر لطف جي ڳالهه آهي ته تهذيب جي نمائندن کي مارڪس جي ڪتاب جي ڪا ڪل ئي ڪانه پئي. مون کي عجب آهي ته اجوڪي دور ۾ هڪ غيرمعروف شخص سئو سال گذرڻ بعد. اسان جي وقت جو پاڻ کي ڪيئن سڀ کان بلند يا نمايان شخصيت ثابت ڪندو.

Marx, whom we can now see to have been the most influential of Mill,s contemporaries, is. so far I have been able to discover, not mentioned in any of Mill,s writings, and it is quite probable that Mill never heard of him. The Communist Manifesto was published in the same year as Mill,s Political Economy, but the men who represented culture did not know of it. I wonder what unknown person in the present day will prove, a hundred years hence, to have been the dominant figure of our time. (P. 112, London)

ڇاڻ رکڻ وارا ۽ حق پرست انسان رسل جي مٿين بيان سان سئو في صدي اتفاق رکندا. انهن ڳالهين ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته علمي طور ڪو به شخص مارڪس وانگر پنهنجي دور جو غير معروف انسان هجي ۽ مرڻ کان پوءِ هڪ صدي گذرڻ بعد پنهنجي دور جو جبقري ۽ بقراط سڏجڻ ۾ اچي. ارسطو سقراط افلاطون ابن خلدون ۽ دانتي پنهنجي دور جون به نمايان شخصيتون هيون ۽ مرڻ کان پوءِ اڄ به دنيا مسلسل علم ۽ فضل جي مداح آهي. مطلب ته مارڪس جي شخصيت علمي نه هئي. ان ڪري پنهنجي فاضل همعصرن هن جو نالو به نه ٻڌو هو. بهرحال مارڪس کي ڪريڊٽ آهي جو هن پرولتيرين (مزورن) جي ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪرڻ لاءِ هڪ وڏيءَ تحريڪ کي جنم ڏنو. هو بظاهر پرولتيرين طبقي جو وڏو ۾ وڏو همدرد ۽ خيرخواهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پر مزورن جي ڀلائي خوشحالي ۽ بهبودي لاءِ هن ڪميونسٽ نظام جو جيڪو نسخو تجويز ڪيو آهي. انجي ماتحت ته مزدورن جي حالت رومي غلامن کان به وڌيڪ بدتر آهي. ڪميونسٽ ملڪن ۾ پوورهيت طبقو، آفيسرن ۽ نئين ڪلاس جا ذاتي ملازم آهن. کين نه اسٽرائيڪ جو قانوني حق آهي ۽ نه پريس ذريعي آواز اٿارڻ جو. ڪوٽ ڪوٽ ۾ ڪميونسٽ پارٽي جا چنگيز خان موجود آهن. جيڪي پرولتيرين طبقي کي گهاڻي ۾ پيڙهين ٿا. ڇا اها مارڪس جي مزدورن سان همدردي هئي يا دشمني؟ دوستيءَ جي روپ ۾ هو پوورهيت طبقي جو وڏو دشمن هو. انهن کي انفرادي سرمايه دارن کان نجات ڏياري، مارڪس انهن کي هڪڙي وڏي ۽ منظم سرمايه دار يعني اسٽيٽ جي رحم ڪرم تي ڇڏيو ۽ اسٽيٽ کي غيرمسئول بڻائي پارلياميننٽ، پريس ڪسي ان کي پوليس فوج ۽ خفيه ايجنسين جي حوالي ڪري ڇڏيائين. ظلم، زيادتي جي ازالي لاءِ نه ڪورٽ، نه فرياد ڇا اها مزدورن جي همدردي چئبي؟ مارڪس جو مقصد همدردي نه پر مزدورن لاءِ هميشه جي غلامي قائم ڪرڻ هو. بقول فارسي شاعر جي:

"وصل ليليٰ مقصد مجنون نه بود اورا مدام
لذت آوارگيء دشت و پيما کرده بود"

# Bibliography

ڪتابن جا حوالا

(1) Manifesto of the Communist Party by Karl Marx and Engeles (Moscow- 1948

(2) Roads to freedom by Bertrand Russel (1948 ED. London)

(3) V.I.Lenin Selected works (Vol: I, Moscow. 1972 ED.

(4) Frederic ENgles, A Biography (Moscow

(5) Introduction to moderen Political theory by C.E.M Joad (1929 ED: London).

(6) The caliphate its Rise, Decline and Fall. By Sir William Muir, 1963 ED: (Beirut)

An interllegient woman's guide to Socialism by Bernard Shaw (1935 ED: London.)

(8) German Social Democracy by Bertrand Russel (London. 1965 ED)

(9) Das Capital by Marx Vol: I, 1965 ED: (Moscow)

(10) History of the Communist Party of Soveit Union (Moscow, 1949 ED)

(11) Power by Bertrand Russel (London)

(12) New class by Milovan Dijilas (New York)

(13) Portraits from Memory By Bertrand Russel 1975 ED: London)

(14) History of western Philosophy by Bertrand Russel (1975 ED: London)

(15) Karl Marx-Engles Collected works Vol-1, Moscow, 1975 ED)

(16) Karl Marx (Moscow 1975 ED)

(17) Persian- English Dictionary by stain Gass (Lahore)

(18) المنجد۔ عربي لغت

(19) Manual of Ethics by Mackenzie (1964 ED: London)

(20) Anti Duhring by Engeles (Moscow 1962 ED)

(21) V.I. Lenin Selected Works (V.3, Moscow 1967 ED)

(22) Life and Death of Lenin by robbers payne (1964 ED London)

(23) Twenty Lethers to a Friend by svet Lana Stalin- London (1967 ED)

(24) افادات وملفوظات۔ مولانا عبيدالله سنڌي از پروفيسر محمد سرور لاهور

(25) Auto biography of Jawahar lal Nehru (1955 ED London)

(26) Russel (Auto biograpbhy London)

(27) The Practice and theory of Bolshevism by Bertrand Russet (1954 Ed London)

(28) History of Socialist Thought by cole (London)

(29) Karl Marx-Engeles: Slected works Vlo- 3 (Moscow 1973 ED)

(30) Declaration and Speeches of Ayatullah Khomeni by Hamid Algar Newyork (1982 ED)

(31) Story of Philosophy by Will Durant (London)

(32) A History of Political theory by Sabine (1948 ED: London)

(33)Wisdon of the west by Bentrand Russel

(34) Problems of Philosophy by Bertrand Russel (1952 ED)

(35) Materialistic conception of History by Karl Federen (1939 ED: London)

(36) The Economic roots of Newton, Sprincipia (London)

(37) Freedom and Organisation by Bertrand Russel (London 1965 ED)

(38) Naked god by Howard Fas (Newyork 1957)

(39) Sceptical essays by Bertrand Russel (London 1960 ED)

(40) The 100. A ranking of the most influencial Persons in History (Michal H.Hart)

(41) New hopes for a changing world (Bertrand Russel London)

(42) German ideology by Karl Marx (Moscow 1965 ED)

(43) Life of Mohammad by Muir

(44) Apology for Mohammad God Frey Hinggms

(45) The Meaning of History by Nicolas Berdaye

(46) Marx before Marxism by Lavid clellen

(47) Karl Marx by Mehring (London)

(48) Napoleon by Emile Ludwing (Newyork)

(49) Encyelopedia Britanica Vol, (15,1973, Article our Marx)

(50) Marxist Philosophy (Moscow)

(51) Philosophy and modern Physics Translated from French in English by marton

(52) Marx Egeles selected works Vol-3, (Moscow)

# هي ڪتاب

زير نظر ڪتاب دور جديد جي مشهور نظريي ڪميونزم جي فلسفي تي علمي نوعيت جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ ڪميونزم جي باني ڪارل مارڪس ۽ ڪميونسٽ منشور تي جامع بحث ڪري، پڙهندڙن جي غور و فڪر لاءِ قيمتي مواد فراهم ڪيو ويو آهي.

ڪميونزم هڪ اهڙو نظريو آهي، جيڪو فڪري هجڻ سان گڏوگڏ عملي نظريو بڻ رهيو آهي. جنهن جو اڪيلي سوويت يونين ۾ ستر سالن تائين تجربو ڪيو ويو ۽ رياست جو سمورو نظام هن نظريي جي آڌار تي قائم ڪيو ويو. پر ستر سالن جي ڪاوشن کان پوءِ هي نظريو عملي طور نه هلي سگهيو. جنهن ۾ ڪميونسٽ دشمن عالمي سرمايه دار قوت جي سازشي ڪاوشن کي به عمل دخل ڄڻي سگهجي ٿو. پر اصل ۾ ڪميونزم جي بنيادي فڪر ۽ فلسفي ۾ ڪي اهڙيون نه اوڻائيون موجود آهن، جنهن جي ڪري، هي نظريو گهڻي دير تائين انساني سرگرمين ۽ جذبن کي متحرڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهي.

اسان جي سنڌ ۾ پوين ستر سالن کان وٺي هزارين ترقي پسند ڪارڪن آهن، جيڪي ڪميونزم جي خواب کي عملي صورت ۾ قائم ٿيڻ جي آرزو ۾ زندگي گذاريندا رهيا آهن. انهيءَ آرزوءَ ۾ سوين ترقي پسند ڪارڪن پنهنجي ڄمار ختم ڪري چڪا آهن.

ضرورت آهي ته ڪميونزم جي فڪر ۽ فلسفي ۾ موجود انهن بنيادي اوڻائين کي سمجهيو وڃي، جن ڪمزورين جي ڪري، هي نظريو نه ته انساني سرگرمين کي فعال ۽ متحرڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهي ٿو. نه وري انسان جي فطري جذبن ۽ انساني شخصيت ۾ جوهري جزن تائين پهچي، فردن کي سڪون ۽ راحت جي دولت عطا ڪري سگهي ٿو. زير نظر ڪتاب ان ڏس ۾ اسان جي ڪميونسٽ دوستن کي بهترين علمي رهنمائي فراهم ڪري سگهي ٿو. ڪتاب جو مصنف قربان علي بگٽي صاحب جديد فڪر ۽ فلسفي کي ان کي پنهنجي ٻولي ۾ پڙهي، ان کي سمجهڻ جي صلاحيت رکندڙ ڏاهو هو. موصوف جديد مغربي فڪر جي سوين ڏاهن جا هزارين ڪتاب پڙهيا هيا. اهڙي ڏاهي جي هن ڪاوش مان استفادو حاصل ڪرڻ ٿمود پاڻ سان ڀلائي ڪرڻ جي برابر آهي.

محمد موسيٰ ڀٽو

